سنيها جي سچڻان، سي ساري ڏنائين

# سچل جو سنيهو

مصنف:

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

(حوالا، حاشيا، فارسي متن جي معنيٰ ۽ نظرثاني)

ڊاڪٽر گل حسن لغاري



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو، سنڌ

2010ع

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال 1984ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو ٻيو | سال 2006ع | تعداد 500 |
| ڇاپو ٽيون | آگسٽ 2010ع | تعداد 500 |



قيمت: هڪ سؤ ڏهه رپيا
(Price: 110-00)

خريداري لاءِ رابطو:
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)
Email: sindhiab@yahoo.com
www. Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشوري ۾ انچارج مئنيجر خضر خان وگهئي ڇپيو ۽ پروفيسر سيد زوار حسين شاهه نقوي، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي پڌرو ڪيو

بسمِ اللّٰہ الرحمٰن الرحیم

# نعت

[سُر سسئي ۽ بلاولي]

ڪُل نبيان دا سردار محمد، بحر عرف اَمواج محمد،
"قاب قوسين او اَدنيٰ"، شرف شب معراج محمد،
اُمت تيري ڪيون غم ڪاوي، جس دي تيڪون لاج محمد،
"سچل" ڪون غم ڪوئي ناهين، ڪيتا لا يحتاج محمد.

# دُعا

[سُر پهاڙي]

ننگڙا نِماڻي دا، جيوين تيوين پالڻا.

1. ميلي هان يا مندي هان، بيشڪ تيڏي بندي هان،
ڏکين ميڏا ڏولڻا، ميڏي عيب نہ ڦولڻا.

2. پئي هان پناري، لڳي هان تيڏي لاري،
جوڳي نال جالڻا، ول نهين جاوڻا.

3. يار "سچل" تون، لاهين ڪشالي،
گهونگهٽ کولڻا، ٻهہ ٻولڻا.

# پنهنجي متعلق

ڏاڏا چاڻ محمد حافظ، وچ درازين ديرا،
دست تهين دي اصلئون آها، سارا مقصد ميرا.

هادي مهدي مرشد ميڏا، قادر ئي هي كامل،
عارف عبدالحق بهر دم، نال مُريدان شامل.

مهدي شاه مربي ميڏا، رهبر راه ڏسيندا،
حق محقق، مستي مي دي، بيشڪ او بخشيندا.

شاه عبيدالله اُ ساڏا، خواجه پيران پيران،
آل نبي اولاد علي، هي حضرت ميران ميران،
ڏاڏا اُس دا غوث الاعظم، مرشد كُل اولياوان،
قدم مبارك هويا تحقق، گردن سڀ سر تاجان.

كوئي اور نه سُجهدا مينون، آپي آها ظاهر،
"الله نُور السملوات والارض"، اوئي منظر ناظر،
"ولقد كرمنا بني آدم وَحَمَلنَاهُم في البر والبحر"،

"سچو" هردم حاضر.

# ڇپائيندڙ پاران

”سچل جو سنيهو“ ۽ سچل سرمست تي لکيل ڪتاب ٻه آهي جنهن ۾ سچل سرمست جي ڪلام کان علاوه سندس سوانح حيات ۽ خاندان بابت چڱو خاصو تذڪرو مليل ٿو، جيڪو سچل سرمست ۽ سندس خاندان تي تفصيلي روشني وجهي ٿو. سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ واحد شاعر آهي، جنهن جو مختلف ٻولين ۾ لکيل ڪلام پنهنجي اسلوبِ بيان ۽ فني پختگيءَ ۾ ڪماليت جو درجو رکي ٿو.

ڪتاب جي مصنف ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جنهن نهايت محنت ۽ عرق ريزيءَ سان هن ڪتاب جو تحقيقي مواد تيار ڪري بورڊ جي حوالي ڪيو، جيڪو 1984ع ڌاري شايع ٿيو. ڪتاب جو هيءُ ٽيون ڇاپو بورڊ پاران شايع ڪندي خوشي محسوس ٿي رهي آهي.

اميد ته هيءُ ڇاپو اوهان پڙهندڙن کي قبول پوندو.

ڄام شورو سنڌ
اڱارو 13 رمضان المبارڪ 1431هه
بمطابق 24- آگسٽ 2010ع

پروفيسر سيد زوار حسين شاهه نقوي
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# فهرست

# ٻه اکر

حضرت سچل سرمستؒ سنڌي زبان جو عظيم شاعر آهي. ان کان سواءِ هن فارسي، سرائڪي ۽ اردو وغيره ٻولين ۾ بہ بلند پايہ شعر چيو آهي. سندس شعر ۾ ڪيف ۽ مستي آهي، رندي ۽ بيباڪي آهي، ۽ انسان جي عظمت جو اعتراف آهي. هو خودشناسي، خدا شناسي، خود فراموشي ۽ انسان دوستي جو پيغام ڏئي ٿو.

مضمون کان سواءِ زبان، اسلوبِ بيان ۽ فني خصوصيتن جي خيال کان بہ حضرت سچل سرمست جو ڪلام تمام متاثر ڪندڙ آهي. سندس ڪلام ۾ سنڌي زبان نهايت سپڪ ۽ سلوڻي استعمال ڪيل آهي ۽ سريلي محاوري جو عمدو نمونو پيش ڪري ٿي. ڪيترائي خالص سنڌي لفظ نهايت موزون ۽ مناسب نموني ڪتب آندل آهن، جنهنڪري اتر جي مخصوص لفظن، محاورن ۽ لهجي لاءِ سند جي حيثيت رکي ٿو.

فني سٽاءَ جي لحاظ کان بہ سچل سائينءَ جو ڪلام نهايت اهم آهي. سندس بيتن ۽ ڪافين ۾ فني پختگي، وسعت، گهرائي ۽ تنوع آهي. ڪافين ۾ گهاڙيٽن جا ڪيترائي قسم ملن ٿا، ۽ بيتن جون بہ ڪيتريون ئي انوکيون ۽ نراليون سٽائون نظر اچن ٿيون.

هن ڪتاب ۾ سوانح سان گڏ حضرت سچل سرمستؒ جي ڪلام جو فني ۽ فڪري جائزو پيش ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ زبان، اسلوب بيان ۽ ادبي خوبين تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. خاص طرح سان سچل سائينءَ جي سنيهي کي سُلجهائي پيش ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري تصوف جي اسرار و رموز جي اپٽار بہ مناسب هنڌن تي ڪئي وئي آهي. مشهور صوفي بزرگن جي افڪار ۽ حضرت سچل سرمستؒ جي ڪلام جو تقابلي مطالعو بہ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. آخر ۾ ڪجهہ چونڊ ڪلام بہ ڏنو ويو آهي، تہ جيئن سچل سائينءَ جي پيغام کي سمجهڻ ۾ سهوليت ٿئي. اميد تہ هيءَ نماڻي ڪوشش ۽ پيار جو پورهيو سرمستؒ جي فڪر ۽ فهم کي سمجهڻ ۽ پرجهڻ ۾ مدد ڏيندو.

آخر ۾، آءٌ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري، محترم غلام رباني ۽ پريس مئنيجر محترم الله بچائي يوسف زئي جو ٿورو مڃڻ فرض ٿو سمجهان، جن ذاتي دلچسپي وٺي، هن ڪتاب کي سهڻي نموني ۽ ٿوري وقت ۾ ڇپي، شايع ڪيو.

حيدرآباد، سنڌ

26 - 2 -1984ع

**ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي**

# سچل سرمست رحہ جو خاندان

**حسب نسب:** سچل سرمست رحہ جي نسب جو سلسلو حضرت عمر فاروق رضہ سان وڃي ملي ٿو. شجرهٔ نسب هن طرح آهي:

عبدالوهاب عرف سچل رحہ بن ميان صلاح الدين رحہ بن ميان محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو رحہ بن مخدوم عبدالوهاب رحہ بن مخدوم شرف الدين رحہ بن مخدوم موسيٰ رحہ بن حافظ علم الدين رحہ بن مخدوم شهاب الدين رحہ بن مخدوم سليمان رحہ بن مخدوم خواجہ ابو سعيد رحہ بن مخدوم نور الدين رحہ بن رضي الدين رحہ بن عبدالعزيز رحہ بن مخدوم محمود رحہ بن ابوالفتح رحہ بن محمد اسماعيل رحہ بن محمد يوسف رحہ بن سليمان رحہ بن محمد رحہ بن احمد رحہ بن برهان الدين رحہ بن عبدالعزيز رحہ بن عبدالوهاب رحہ بن عبدالمطلب رحہ بن برهان الدين رحہ بن احمد رحہ بن عبدالله بن يونس رحہ بن محمد بن شيخ اسحاق رحہ بن شيخ عبداللطيف رحہ بن محمد بن باقر رحہ بن شيخ شهاب الدين رحہ بن عبدالعزيز رحہ بن عبدالله رضہ بن حضرت عمر بن الخطاب، فاروق اعظم رضي الله تعاليٰ عنه.

سچل سائينءَ جو وڏو ڏاڏو شهاب الدين رحہ اول بن عبدالعزيز رحہ سنہ 93هہ (711ع) ۾ فاتح سنڌ محمد بن قاسم سان گڏجي سنڌ ۾ آيو. کيس پيش امامي‌ءَ جو ڪم مليل هو. سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ شيخ شهاب الدين کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح هو سنڌ جو پهريون مسلمان حاڪم ٿيو. سنہ 95هہ (713ع) ۾ وفات ڪيائين.

شيخ شهاب الدين کان پوءِ سندس فرزند شيخ محمد فاروق سيوهڻ جو حاڪم ٿيو، جنهن سنہ 124هہ (741ع) ۾ وفات ڪئي. اهڙيءَ طرح لاڳيتو ڇهہ پيڙهيون پشت بہ پشت سنہ 217هہ (832ع) تائين سيوهڻ جون حڪمران ٿيون. آخر سنہ 217هہ ۾ محمود غزنوي سنڌ فتح ڪري، ان وقت جي سيوهڻ جي فاروقي حاڪم شيخ محمد بن شيخ محمد اسحاق کي برطرف ڪيو، ۽ کيس پينشن مقرر ڪري ڏني. تاريخ 2- رمضان 221هہ (835ع) تي هن وفات ڪئي.

ڪجهہ وقت کان پوءِ هن خاندان جي ڀانهن مان ڪجهہ ماڻهو دادو ضلعي جي ڳوٺ خدا آباد جي پرسان "نورجن" جو ڳوٺ ٻڌي اتي رهڻ لڳا. فاروقي خاندان جا ڪجهہ ماڻهو بہ لڏي اچي ان ڳوٺ ۾ ويٺا. محمد فاروقي جي اٺويهين پيڙهيءَ مخدوم نور الدين بن وحيد الدين جا چار فرزند ٿيا: مخدوم ابو سعيد،

مخدوم بدر الدين، رڪن الدين ۽ ضياءُ الدين. انهن مان مخدوم ابو سعيد ۽ مخدوم بدر الدين حضرت غوث بهاءُ الحق زڪريا ملتاني (وفات: 1262ع) جيَ خليفي مخدوم شاهه جمار[1] جا مريد ٿيا. پنهنجي مرشد جو قرب حاصل ڪرڻ لاءِ "سيوهڻ" ۽ "نورجن" جو ڳوٺ ڇڏي گاگڙي پرڳڻي ۾ اچي رهيا.

مرشد ڪان فيض حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ ڏاڍيون رياضتون ۽ مجاهدا ڪيائون. پنهنجو من مارڻ لاءِ، دنيا جي لذتن ڪان پري رهي، جهنگ جي ڏٿ تي گذر ڪيائون. حضرت غوث بهاءُ الحق زڪريا ملتاني جڏهن سنڌ ۾ آيو، تڏهن هنن ٻائرن جي اها حالت ڏسي، ڪين "ڏوتيئڙا" جو لقب ڏنائين. درازا درگاهه جو باني حضرت خو... محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو، مخدوم ابو سعيد جي نائين پيڙهيءَ مان هو. مخدوم ابوسعيد جو مقبرو ديهه راڻيپور ۾ ڳوٺ "موسيجي" ۾ آهي.

ڪجهه وقت ڪان پوءِ حضرت مخدوم ابو سعيد جو اولاد "موسيجي" مان لڏي اچي راڻيپور ۾ آباد ٿيو. انهن مان قاضي مخدوم محمد شريف هڪ زبردست عالم، محدث، شاعر ۽ اهل الله ٿي گذريو آهي. ان جي اڏايل مسجد، جيڪا ڪنهن زماني ۾ جامع مسجد هئي، هينئر بہ اسپتال جي اُتر ۾ موجود آهي. ان مسجد جي لڳ مخدوم محمد شريف ۽ سندس خاندان جي ماڻهن جون مزارون آهن.

**درازا:** فاروقي بزرگن کي حڪومت ۾ عزت حاصل هوندي هئي. ان خاندان جي هڪ فرد ميان احمد کي چڱي عزت واري ملازمت هئي. سندس محنت ۽ ايمانداريءَ جي نتيجي ۾ گنبٽ ۽ راڻيپور جي وچ واري زمين فاروقي خاندان کي ڪلهوڙا حڪومت طرفان جاگير طور ملي. هنن اِها زمين پنهنجي ٻن ايماندار نوڪرن: 'دراز وندير' ۽ 'ڪانجن وندير' کي سنڀالڻ ۽ آباد ڪرائڻ لاءِ ڏني. هو ان جاگير ۾ جدا جدا ڳوٺ ٻڌي ويٺا، جيڪي سندن نالن پٺيان "درازا"، "ڪانجن" ڳوٺ جي نالي سان مشهور ٿيا. ڪجهه وقت ڪان پوءِ "ڪانجن" ڳوٺ ڦِٽي ويو، پر "درازا" کي فاروقي خاندان جي طفيل عزت ۽ شرف حاصل ٿيو.

---

[1] مخدوم جمار جو مقبرو راڻيپور شهر ڪان ڏکڻ طرف ٻن ميلن جي مفاصلي تي شاهراهه تي واقع آهي. جنهن ڳوٺ جي لڳ اهو مقبرو آهي، ان کي "گڏيجي" چيو وڃي ٿو.

**خواجہ محمد حافظ:** درازا درگاھ جو باني، انهيءَ فاروقي خاندان جو فرد حضرت خواجہ محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو ولد ميان عبدالوهاب رحہ آهي. اسان جو عظيم شاعر حضرت سچل سرمست رحہ سندس پوٽو آهي. حضرت خواجہ صاحب سنہ 1101ھ (1689ع) ۾ تولد ٿيو. ۽ سنہ 1192ھ (1778ع) ۾ هن جهان مان لاڏاڻو ڪيائين. ڪيس صاحبڏنو "موراڳي" ۽ "سوائي" جي سان بہ سڏيو ويندو هو. ان وقت سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت هئي. ميان صاحب کي ديهہ موره ۾ اعليٰ عهدو مليل هو. روايت آهي، تہ هڪ ڏينهن گهوڙي تي چڙهي ملازمت جي سلسلي ۾ جهنگ مان وڃي رهيو هو، تہ هڪ مجذوبہ عورت اوچتو نڪري سندس رستو روڪي بيٺي. هو ڪجهہ بيت پڙهي حضرت خواجہ صاحب کي چوڻ لڳي: "خدا تو تو کي ڳولهي، ۽ تون وري ڪنهن جي ڳولا ۾ آهين؟"

حضرت خواجہ صاحب تي ان گفتگوءَ وڏو اثر ڪيو، ۽ دنياوي ڌنڌا ڇڏي وڃي جهنگ وسايائين. چاليهن چلن ڪڍڻ کان پوءِ حضرت خواجہ عبيدالله جيلاني رحہ اڳيان ڪيس مريد ڪيو. جيڪو حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رحہ جي اولاد مان هو. حضرت سچل سرمست رحہ اهو احوال پنهنجي مثنوي رازنامہ ۾ هن طرح آندو آهي:

نـــــام جـــــدم مشـــــتهر صاحبدنـــــــ
آن محمـــــد حـــــافظ اســـت در سلسـلہ
روز يـــک مـــي رفـــت بيـــرون از شـــهر
بـــود خواجـــہ بـــر تماشـــائي دگـــر
درميانـــہ کـــو تـــري و ديونـــہ[1]
ديـــد يـــک ديوانـــہ زن بـــد برهنـــہ
بـــي بـــي بـــصري بـــود ظـــاهر نـــام او
کـــس نمـــي دانســـت او را تـــار مـــو
ناگهـــان ديوانـــہ زَن پيشـــش رســـيد
گفـــت بـــا آن خواجـــہ ايـــن آهـــي کشـــيد
بشـــنو از مـــن راز اي مـــرد خـــدا
آن خـــدا در کـــار تـــو توتـــاً کجـــا

[1] ڪوٽڙي ۽ ڏيوَن نالي بہ ڳوٺ تعلقي ڪنديارو ۾ خيرپور رياست جي دنگ تي آهن.

بيتهـــا ســـندهي بگفتـــا از زبـــان
آن بـــ پيـــشِ تـــو همـــي ســازم عيـــان

1. چـــري كـــري بـــصري، كـــري تـــان كـــر نانهـــ،
وئـــي پرائـــي وهـــانءِ، تنهنجـــو هينئـــڙو تـــان هيئـــن تيـــو.

2. جئـــان گهٽـــو جـــڳ ۾، پـــر جســـم نـــ جيئـــڻ ڏئـــي،
بـــاب نـــ پڙهـــج بـــي، هـــُـــج آلـــودو الـــف ســـان.

3. وَرَ وجهيـــو كـــاڻ، كـــَـــرَ ســـان كليـــو سمهيـــن،
آيـــل هـــي اهجـــاڻ، جـــو كـــَـــڻِ چـــڏي تـــُهـــَـــ اُبهيـــن.

از شـــنيدن خواجـــ آن بيخـــود شـــده،
بـــاز پـــس گرديدعاشـــق خـــود شـــده
پارچـــ عمامـــ را از ســـر كشـــيد
جـــُرعـــه از مـــَيخانـــه الفـــت چشـــيد
آمـــده بشـــگافت جنگـــل گوشـــ يـــافت
جـــز محبـــت هـــر چـــ بـــد روي بتـــافت
چهـــل چلـــ انـــدر آن بيشـــ كشـــيد
بعـــد مـــدت شـــه عبيـــدالله رســـيد
دســـت بيعـــت خواجـــ را دادن آن زمـــان
كشـــف بخشـــيد از مكـــان تـــا لامكـــان!

ترجمو: منهنجي ڏاڏي جو مشهور نالو صاحبڏنو آهي، جيكو (فاروقي خاندان) جي سلسلي ۾ محمد حافظ آهي.

هڪ دفعي شهر كان ٻاهر، خواجہ سير لاءِ پئي ويو تہ، هڪ ديواني برهنہ عورت ڏٺائين. ظاهر ۾ سندس نالو بي بي بصري هو. هن جي اصل نسل جي كنهن كي بہ خبر نہ هئي. اوچتو، (اُها) ديواني عورت هن جي سامهون پهتي. هن آهہ ڀري خواجہ كي چيو: ”اي مرد خدا! مون كان هيءُ راز ٻُڌ. اهو خدا، تنهنجي كمن (جي ناهڻ) ۾ آهي ۽ تون كيڏانهن ٿو وڃين؟“

سنڌيءَ ۾ چيل بيت، انهيءَ زبان ۾ تنهنجي اڳيان هن طرح چٽا پيش كريان ٿي:

1. چري ڪري ٻهري .... هيئن ٿيو.
2. جئان گهٽو جڳ ۾، .... الف سان.
3. وَرَ وڃهيو ڪاڻ. .... تہ اُٻهڻ.

خواجہ اھو ٻڌندي ئي بيھوش ٿي ويو. جڏھن ھوش ۾ آيو تہ پنھنجو پاڻ تي عاشق ٿيو. مٿي تي ٻهريل پڳ لاٿائين. محبت جي ميخاني مان چُڪي چکيائين. سڀ ڪجھہ ڇني آيو ۽ جھنگل ۾ اچي تنھائيءَ جي ڪُنڊ اختيار ڪيائين.

محبت جي علاوه، جيڪي ڪجھہ ھو، ان ڪان منھن موڙيائين، ۽ انھيءَ جھنگل ۾ چاليھہ چلا ڪڍيائين.

ڪجھہ عرصي ڪان پوءِ شاھہ عبيدالله پھتو. خواجہ کي بيعت جو ھٿ ڏنائين. ڪشف عطا ڪيائينس ۽ مڪان ڪان لامڪان تائين پھچايائينس!

خواجہ عبيدالله پنھنجي ٻن پٽن: شاھہ ڪليم الله ۽ شاھہ عبدالمالڪ سان گڏجي سنڌ ۾ آيو ھو. سنڌ ۾ ڪجھہ وقت رھي، اجمير شريف روانو ٿي ويو. وفات بہ اتي ڪيائين ۽ اتي ئي حضرت خواجہ معين الدين چشتيؒ جي درگاھہ ۾ مدفون ٿيو. حضرت سچل سرمستؒ، حضرت خواجہ عبيدالله جي تعريف پنھنجي مثنوي "راز نامہ" ۾ ھن طرح ڪئي آھي:

سڪندر جي مثل، ھن جي در جا سوين دربان ھئا. ولايت جي بادشاھيءَ جو تاج، ھن جي سر تي ھو. سوين دارا جھڙا بادشاھہ ۽ خاقان ھن جا نوڪر ھئا. ڪيقباد ۽ جمشيد ۽ خسرو جھڙا بادشاھہ، سندس خادم ھئا.

حضرت جنيد ۽ شبلي بہ (سندس گھوڙي جا) تنگ ڇڪيندڙ ھئا. حضرت بايزيد ۽ حضرت ذوالنون مصري، ھن وٽ وزير ھئا.

آن عبيدالله باشد شاه ما
او بود ھر ھر قدم ھمراه ما
و بود نور خدا سر تا قدم
چند چون عيسيٰ کند پيدا بدم
چون سڪندر صد بہ د دربان درش
افسرِ شاھي ولايت بر سرش
صد چون دارا ھمچون خاقان چاکرش
کيقباد و جم چون خسرو خادمش
آن جنيد و شبلي ھم فتراک گير

بـايزيد و ذوالنـون هـم پيشـش وزيـر
او بـود اولاد حضـرت مصطفـيٰ
جـد آن قطـب زمـان شـد مرتضـيٰ
شـد عبيـدالله باشـد شمـع ديـن
خواجـہ حـافظ بـود بـاحق قريـن
شـہ عبيـدالله شـاه سـرفراز
خواجہ محمد حـافظ است راز و نيـاز.

اُهو عبيدالله اسان جو شاهہ هو، هُو اسان جي هر هر قدم تي همراهہ هو ۽ هو سر کان پيرن تائين خدا جو نور هو. گهڙي پلڪ ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر ڦوڪ سان (مرده دلين ۾) جان وجهندو هو.

هو حضرت مصطفيٰ عليہ الصلواة والسلام جن جـو اولاد هو. هـن جو ڏاڏو زماني جو قطب علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه هو.

عبيدالله، دين جي روشني هو، خواجہ حافظ کي حق جو قُرب حاصل هو. شهنشاهہ عبيدالله شاهہ، صاحب افتخار (بلند رتبي وارو) هو، خواجہ محمد حافظ راز و نياز جو صاحب آهي.

حضرت خواجہ عبيدالله موڪلائڻ وقت حضرت خواجہ محمد حافظ کي ٽي ڳالهيون چيون:

1. اوهان جا سمورا گادي نشين هميشه لوڙهي اندر رهن، ۽ ٻاهر نہ نڪرن.
2. اوهان جي وڏي فرزند صلاح الدين جي ٻدران خواجہ عبدالحق سجاده نشين ٿئي.
3. اوهان جي خاندان جو هر فرد، سجاده نشين جي بيعت ڪري، ۽ ٻئي ڪنهن جي بہ بيعت نہ ڪري.

انهن هدايتن جي تعميل، پشت بہ پشت ٿيندي رهي ٿي. حضرت خواجہ محمد حافظ، حضرت شاهہ عبيدالله جي نظرِ فيضِ اثر سبب رڱجي ريٽو ٿيـو، ۽ روحانيت جون منزلون تيزيءَ سان طَـي ڪيـائين. درگاهہ قـائم ڪيـائين ۽ ڪيترن ئي خدا جي ٻانـهن کي فيض ڏنائين. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ سندس همعصر هئا. روايت آهي، تہ حضرت شاهہ عبداللطيف صاحب جن ڪـهي اچي ساڻس ملاقات ڪئي هئي. حضرت پير صاحب پاڳاري، حضرت پير محمد راشد رحہ جي ملفوظات مان معلوم ٿئي ٿو، تہ درگاهہ پير ڳوٺ جو بـاني

پير محمد بقا شاهہ. "پريالوءِ" جي مخدوم محمد اسماعيل رحہ جي وفات کان پوءِ، روحاني فيض لاءِ ميان صاحبڏني وٽ آيو هو.

ميان صاحبڏنو فاروقي سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي زبانن جو بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس سنڌي شعر، بيت ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. شعر ۾ ڪٿي صاحبڏنو ۽ ڪٿي حافظ نالو آندو اٿس. سندس ڪلام وحدت الوجود، ۽ تصوف جي تعليم جو آئينہ دار آهي.

**خواجہ عبدالحق:** ميان صاحبڏني کي ٻہ فرزند ٿيا: حضرت سچل سرمستؒ جو والد ميان صلاح الدين، ۽ ميان عبدالحق. ميان صاحبڏني کان پوءِ، سندس مرشد جي ارشاد موجب سندس ننڍو فرزند خواجہ عبدالحق سجاده نشين ٿيو. هن جي ولادت سنہ 1120هہ (1708ع) ۾ ٿي، ۽ سنہ 1213هہ (1800ع) ۾ هيءَ جهان ڇڏيائين. هو وڏو عالم، فاضل، عارف ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ديني فتويٰ کي حرف آخر سمجهيو ويندو هو. ڪيترن ئي خدا جي ٻانهن ڪانئس روحاني فيض پرايو. انهن مان سندس ڀائٽي، اسان جي عظيم شاعر حضرت سچل سرمستؒ جو نالو سرفهرست آهي. حضرت سچل سرمستؒ پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي سندس روحاني مرتبي جي ساراهہ ڪئي آهي، ۽ پاڻ کي سندس مريد چاڱايو آهي. فرمائي ٿو:

مدح او از ما نمي گرد تمام، هرچہ گفتم آن بود بس و السلام.

(مثنوي راز نامہ)

ترجمو: هن جي تعريف، اسان کان پوري ٿي نٿي سگهي، جو ڪجهہ چيو اٿم، اهو اِتي پورو ٿيو. و السلام (مثنوي راز نامہ)

---

يڪروز بودم من بخدمت مصطفيٰ
سرورِ کونين آن خيرالورا
اين چنين فرمود ما را از ڪرم
جزه صفت پير عبدالحق ما
از گروه خاص او را ڪرده ام
جلوه فيضش بود هم جابجا
شان شوڪت پير ما بالاتر است
همچو او ڪس نيست در عالم علا

"آشـكارا" خـاڪ پـاي پيـر بـاش
تـا شـوي از دوسـتيش بادشـا.
(ديوان آشڪار، جلد اول، ص 38)

ترجمو: هڪ ڏينهن حضور پُرنور محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي حضور اقدس ۾ حاضر هوس ته پنهي جهانن جو سردار، جيڪو سموري مخلوق ۾ چونڊيل ۽ پسنديده آهي، اُن حضور عليه الصلواة والسلام جن وڏي شفقت ۽ مهربانيءَ سان حڪم فرمايو ته "پنهنجي پير طريقت شيخ عبدالحق جي اجازت بغير، اسان جي حضور ۾ نه اچ.

اسان، تنهنجي پير و مرشد کي، پنهنجي خصوصي ۽ پسنديده ماڻهن جي جماعت ۾ شامل ڪيو آهي ۽ ان جو فيض هر هنڌ جاري ۽ ساري آهي."

اسان جي پير طريقت جو شان ۽ شوڪت نهايت بلند آهي، انهيءَ جهڙو وڏي رتبي وارو انسان، هن جهان ۾ ڪو به نه آهي.

اي "آشڪار"! تون پنهنجي پير ۽ مرشد جي پيرن جي پٽي ٿي وڃ ته جيئن اُن جي همراهي ۽ دوستيءَ سان بادشاهي جي رتبي تائين پهچي سگهين. (ديوان آشڪار، فارسي، ص 38)

**درگاهه جو سلسلو:** حضرت خواجه عبدالحق کي پنج فرزند ٿيا: قبول محمد اول، زين العابدين، دين محمد، ولي محمد ۽ خداداد. سيئي اهلِ دل ۽ عارف ٿي گذريا آهن. سخي قبول محمد اول درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. ان جي ولادت 1181هه (1767ع) ۾ ٿي، ۽ 1245هه (1829ع) ۾ وفات ڪيائين. ان کي ڇهه فرزند ٿيا: خواجه نظر محمد، خواجه محمد حافظ، خواجه محمد سعيد، خواجه سرور علي، خواجه موجود علي ۽ خواجه محمد غوث. سخي قبول محمد اول کان پوءِ هيٺيان بزرگ سجاده نشين ٿيا:

1. خواجه نظر محمد (ولادت: 1201هه ، وفات: 1252هه /1786ع-1836ع)
2. خواجه نجم الدين (ولادت: 1239هه، وفات: 1272هه / 1823ع - 1855ع)
3. سخي قبول محمد ثاني (ولادت: 1261هه، وفات: 1343هه / 1845ع - 1924ع)
4. خواجه صاحبڏنو ثاني (ولادت: 1307هه، وفات: 1350هه / 1889ع - 1931ع)
5. خواجه قبول محمد ثالث (ولادت: 1332هه، وفات: 1371هه / 1913ع - 1951ع)
6. خواجه عبدالحق ثاني
7. قبول محمد ثالث

# سچل سرمست رحہ جي سوانح

**نالو:** حضرت سچل سرمست رحہ جي جنم جو نالو عبدالوهاب هو. پر راست گوئي ۽ راست بازي جي ڪري "سچو"، "سچل" ۽ "سچيڏنو" سڏڻ لڳا. پوءِ انهيءَ ئي نالي سان مشهور ٿيو. سنڌي، سرائڪي ۽ اردو شعر ۾ اهوئي نالو تخلص طور آندو اٿس. البته "فارسي مثنوين" ۽ "ديوان آشڪار" فارسي ۾ "آشڪار" تخلص ۽ ديوان خدائي ۾ "خدائي" تخلص آندو اٿس.

**ولادت:** حضرت سچل سائين، ميان صلاح الدين جو اڪيلو فرزند هو، جيڪو ميان صاحبڏني جو وڏو فرزند هو. سنہ 1152ھ (1739ع) ۾ سندس ولادت ٿي. هو اجا ڇهن سالن جو مس ٿيو، ته سندس والد بزرگوار وفات ڪئي.

**تعليم ۽ تربيت:** جيئن ته اجا ننڍڙو ئي هو، ته سندس والد وفات ڪئي، انهيءَ ڪري سندس تعليم ۽ تربيت سندس ڏاڏي ميان صاحبڏني ۽ چاچي خواجہ عبدالحق جي زير نگراني ٿي، جيڪي اهل الله به هئا، ته جيد عالم به.

اڳ ۾ اچي چڪو آهي، ته حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جن حضرت ميان صاحبڏني جي ملاقات لاءِ ڪهي درازن ۾ ايندا هئا. هڪ ڀيري جڏهن روح رهاڻ لاءِ درازن ۾ آيا، ته حضرت خواجہ صاحب کي چيائين، ته پنهنجن صاحبزادن کي گهرايو، ته انهن کي به ڏسون. جڏهن صاحبزادا آيا، ۽ حضرت سچل سائينءَ تي نظر پيس، ته ان ڏانهن اشارو ڪري چيائين: "اسان جيڪا ديڳ چاڙهي آهي، ان جو ڍڪ هيءُ ڇوڪر لاهيندو." مطلب هيءُ هو، ته هيءُ عارف اسرار الاهي عيان ڪندو. ٿيو به ائين. سچل سائينءَ جو ڪلام ان لاءِ شاهد آهي.

حضرت سچل سائينءَ روحاني تعليم سان گڏ ننڍپڻ ۾ ئي ديني تعليم به باقاعده حاصل ڪئي هئي. ننڍي هوندي ئي، درازا درگاهہ جي فيض جي چشمي مان فيضياب ٿيل، حافظ عبدالله قريشي صديقيءَ وٽ ڪيس ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويهاريو ويو، جيڪو پڻ وڏو عالم ۽ عارف الله هو. ٿوري ئي وقت ۾ قرآن مجيد حفظ ڪيائين، ۽ فارسي ۽ عربي جي مڪمل تعليم حاصل ڪيائين. علوم عقلي ۽ نقلي جي تڪميل پنهنجي چاچي ميان عبدالحق وٽ ڪيائين.

**بيعت:** حضرت سچل سرمست کي روحاني فيض بہ پنهنجي چاچي ميان عبدالحق کان حاصل ٿيو ۽ ان جو ئي دست بيعت مريد هو. ان وٽان ئي معرفت جون منزلون طئي ڪيائين. پنهنجي مرشد سان بي انتها محبت ۽ عقيدت هيس، جنهن جو اظهار پنهنجي شعر ۾ مختلف جاين تي ڪيو اٿس. مرشد جي اولاد جي بہ وڏي عزت ڪندو هو.

**شادي:** حضرت خواجہ عبدالحق پنهنجي نياڻي، حضرت سچل سرمست جي نڪاح ۾ ڏني. بي بي صاحبہ ٻہ سال حيات هئي، پر اولاد ڪونہ ٿيو.

**شرع جي پابندي:** سچل سائين شروعاتي زندگيءَ ۾ شريعت جي پوري پوري پابندي ڪندو هو ۽ نماز باجماعت پڙهندو هو. پر پوءِ جڏهن مستيءَ واري ڪيفيت مٿس طاري ٿي تہ استغراق جي حالت ۾ رهڻ لڳو.

**صورت ۽ سيرت:** مرحوم قاضي علي اڪبر درازي پنهنجي ڪتاب "دولهہ درازي" ۾ سچل سائينءَ جو حليہ مبارڪ ۽ لباس هن طرح بيان ڪيو آهي:

"سچل سرمست سائينءَ جو چهرو نوراني، صاف ۽ سفيد رنگ جو هو. خط و خال دلڪش، چشم آهو مثل، ليڪن پُرڪيف ۽ گيسو (وار) دراز (ڊگها) هوندا هئا. جن کي هو مٿي جي وچ تي چوٽو ڪري، ٻڌي ڇڏيندو هو. ليڪن جلال ۽ مستيءَ جي حالت ۾ جڏهن هو شعر چوندو هو، تہ سندس اهي دراز گيسو اُڀا ٿي ويندا هئا. ريش مبارڪ (سونهاري) سفيد ۽ پريل هوندي هين. قد درميانو ۽ هٿ ۽ پير ننڍا، نازڪ ۽ نرم هوندا هُين. هميشہ سفيد پيراهن (پهراڻ) پائيندو هو. اڇي ڪٽي يا چادر ڍڪيندو هو، ۽ سر تي سبز رنگ جو فقيراڻو ڪلاهہ پهريندو هو. مگر جڏهن سجاده نشين صاحب جي حڪم سان ڪيڏانهن ٻاهر ويندو هو، تہ انهيءَ تاج مٿان موڱي رنگ جي خلافت جي دستار پهري نڪرندو هو. پيرن ۾ جُتي پائيندو هو، ۽ هٿ ۾ عصا کڻندو هو."

محترم قاضي صاحب، خوراڪ ۽ رهڻيءَ جو ذڪر هن طرح آندو آهي:

"اوائل ۾ وهٽ تي چڙهندو هو، پر پوءِ ڪنهن بہ وهٽ تي نہ چڙهيو. سندس خوراڪ بلڪل سادي هوندي هئي. لسيءَ ۾ ڳاڙها مرچ وجهي، ماني پوري کائيندو هو. رات جو جوئر جي ماني ٻڪريءَ جي کير سان کائيندو هو. شروع ۾ گوشت جو شوروو واپرائيندو هو، پر پوءِ اهو بہ کائڻ ڇڏي ڏنائين. اڪثر روزي ۾ گذاريندو هو.

منجهند جو آرام وقت ڪاٺ جي صندل تي يا ڌرتيءَ تي آرام ڪندو هو. مگر رات ساري الله جي تات ۾ گذاريندو هو. هميشه فڪر ۽ استغراق ۾ هوندو هو. سندس اک سدائين آلي هوندي هئي، گويا سورن جو سمنڊ سندس سيني ۾ سمايل هوندو هو. ”بي درد، نامرد“ سندس مشهور مقولو آهي.“

ان مان معلوم ٿيندو ته سچل سرمستؒ سائين هميشه ذڪر ۽ فڪر ۾ محو هوندو هو، ۽ سادگي، سنجيدگي، نهٺائي، صبر، تحمل ۽ فياضي سندس خاص خصوصيتون هيون. ايتريقدر رحمدل هو جو نه ڪڏهن شڪار ڪيائين، ۽ نه عمر ڀر ڪنهن جانور کي ذبح ڪيائين. نشيدار شين کان به دور رهيو. جيتوڻيڪ دنيوي ڌنڌن سان دلچسپي ڪانه هيس، ان هوندي به پنهنجي چاچي ميان عبدالحق توڙي ان جي فرزند سخي قبول محمد اول جي خلافت جو حق پورو ادا ڪيائين. بالڪن جي معرفت ”درازي درگاهه“ جو انتظام هلائيندو هو. مرشدن ياران شادي، غمي ۽ ٻين ڪمن ڪارين سان هيڏانهن هوڏانهن ويندو هو. مير سهراب خان ۽ مير رستم خان سان سٺا تعلقات هيس. ڪنهن سائل جي مدد لاءِ مرشد جي چوڻ تي مير صاحبن جي ڪچهريءَ ۾ به ويو هو. راڻيپور، گنبٽ، کهڙا، پير ڳوٺ ۽ ٻين درگاهن جي بزرگن سان محبت ڀريو ناتو هيس. مرشدن جي ڪمن ڪارين سان سکر روهڙي، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي جو سفر به ڪيائين.

**طالب:** سچل سائين دست بيعت مريد ڪونه ڪيو. جيڪو به وٽس ايندو هو، ته ان کي مرشدن ڏانهن موڪليندو هو. مرشدن جو وري دستور اهو هو، ته روحانيت جي طالبن کي ذڪر ڏئي، تربيت لاءِ سچل سرمستؒ ڏانهن اماڻيندا هئا. اهڙن طالبن مان هيٺين جا نالا قابل ذڪر آهن:

1. فقير نانڪ يوسف اگڙن وارو 2. فقير محمد صالح قادري لاڙڪاڻي وارو 3. فقير محمد صلاح دونهين وارو 4. فقير گهرام جتوئي 5. فقير شير خان پنيرو 6. جانو فقير شڪارپوري 7. سيد خير شاهه 8. سيد پير شاهه 9. حاجي عثمان چاڪي لاڙڪاڻو 10. سيد حسن شاهه 11. فقير محمد صديق 12. فقير شير علي 13. حيدر شاهه.

**وفات:** سنڌ جي هن سرمست شاعر، سنڌ جي سرزمين جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ توحيد جو پيغام پهچائي، روحانيت جي سڳنڌ ۽ سرهاڻ سان سرهو ڪري،

ڪيترن ئي خدا جي ٻانهن ڪي معرفت جي رنگ ۾ ريٽو ڪري، تاريخ 14 رمضان سنہ 1242ھ (1827ع) تي وصال ڪيو. انهيءَ تاريخ تي هر سال سندس درگاھ تي ميلو لڳندو آهي ۽ ڪيترائي پيار جا پانڌيڙا ڪٿان ڪٿان کهي اچي، سڪ جو سلام پرينندا آهن. سنڌ جي باڪمال صوفي شاعر حضرت قادر بخش بيدل سندس وفات جون تاريخون سنڌي ۽ فارسي شعر ۾ چيون آهن. اُهي هت ڏجن ٿيون:

## ڪافي

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو،
مست سالڪ شهہ سچو عاشق اتي اظهار هو.

1. برهہ جي برسات جو تنهن وير تي وسڪار هو،
ظاهر ۽ باطن تنهين وٽ درد جو ڏڏڪار هو.

2. وِجد وحدت جو سدا خاصو تنهين خمار هو،
مرد سو منصور وانگر عشق جو اوتار هو.

3. منجهہ سخن ان جي الوهيت سندو آثار هو،
جنگ جذبي جوش مستي ۾ مثل عطار هو.

4. پانهنجي زائي پرين نَوي ورهہ نروار هو،
پوءِ وصل جي موج ماڻي، ذوق ڪان ذخار هو.

5. سن ٻارنهن سوءُ ٻائيتاليهہ ۾ تيار هو،
چوڏهين رمضان جي هادي اهو هسوار هو.

6. قربدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو،
در تنهين داتا جي "بيدل" پرت جو پينار هو.

## قطعہ تاريخ فارسي

چون سالک سچو زين طلسم مجاز
سوي آشيان رفت چون شاهباز
زهي صاحب وجد منصور وقت
کہ بي مثل بوده بہ سوز و گداز
بہ هنگام سر جوشي حالتش

نگــاهش همـــي بـــود طــالب نـــواز
بــہ نيــمر التفــاتي كــز و يــا فتنــد
بــہ يک لحظہ طـَــي گشتــہ راه دراز
زِ هر دوجهان دست شـُـست آن كسـي
كــہ شــد محــرمر راز آن عشـــق بــاز
چـون شـد جـان او عـازمر وصـل اصـل
شـــنيد ارجعـــي بـــاهزار عـــز و نـــاز
دلمر جــُـست ســال و صــالش ز جــان
بگفتـــا كـــہ دريـــائِ زِ خـــار راز

1242هہ

ترجمو: اي "سچو!؟" جڏهن سالڪ، هن ظاهري ڪرشمہ ساز دنيا مان شهباز جي مثل، پنهنجي آشيانہ ڏانهن ويو تہ، اهو عشق و محبت جي وقت جو منصور، صاحب آفرين، سوز ۽ گداز ۾ بي مثل هو.

مستيءَ جي وقت، سندس نگاهہ جي حالت بہ محبت جي طلب رکندڙن لاءِ مشفقانہ هئي. ٿوري توجہ ڏيندڙ بــہ هــڪ لحظي ۾، سـلوڪ جي وڏي راهہ پارڪري، وڃي پهتا.

انهيءَ جي نگاهہ سبب، جنهن بہ ٻنهي جهانن کان پاڻ آجو ڪيو، سو انهيءَ عاشق جو رازدان بنيو.

جڏهن، سندس جان، اصل سان واصل ٿيڻ جو عزم ڪيو تہ، هزار عزت و احترام ۽ لطف سان (غيبي آواز) ٻڌائين تہ: "بيشڪ موٽي اچ".

منهنجي دل، سندس وفات جي سال جي ڳولا جانِ سان ڪئي، چيائين تہ: "درياي زَخَار راز".

1242هہ

يعني: "مو جون هڻندڙ، سمنڊ جو راز".

---

در بيعنـــائي ازل تـــر كيـــد شـــد مخـــروج عشـــق
كــف ز دريـــاي محبــت كــرد بيـــرون مـــوج عشـــق
از خـدا بـــودي صديـــق و پيـــش احمـــد شـد ســـچو

از علـي صــادق يقيــن و پيشــوا مخـروج عشــق
ســال او را منشــيءَ بــر لــوح تقديــر ايــن نوشــت
بــود مــه بــرج هــديٰ و آفتــاب اوج عشــق

1242ھ

ترجمو: ازل جي وعدي (عهد و پيمان) ڪري، عشق جي راهه نمودار ٿي، محبت جي سمنڊ جي گجي، عشق جي وِير سان ٻاهر نڪتي.

خداوند تعاليٰ جي لطف ۽ مهر سان، ”سچو“ حضورﷺ جن جي حضور ۾ ۽ حضرت علي عليہ السلام جيڪو بيشڪ صادق ۽ عشق جي ظهور جو پيشوا آهي، حاضر ٿيس. تقدير جي ڦرهيءَ تي لکندڙ، هن جو هيءُ لکيو: ”بود مه برج هديٰ و آفتاب اوج عشق“

1242ھ

يعني: ”هدايت جي بـرج جو چنڊ ۽ عشق جو بلند ترين سج هو.“

**تاريخي پس منظر:** سچل سائين ارڙهين صدي، ۽ اڻويهين صديءَ جي پهرين چئن ڏهاڪن ۾ زندگي گذاري. انهيءَ زماني ۾ سنڌ وڏا لاها چاڙها ڏٺا، جن سنڌ جي سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ علمي حالتن کي تمام گهڻو متاثر ڪيو.

جنهن سال 1739ع ۾ حضرت سچل سائينءَ جي ولادت ٿي، ان سال نادر شاهه سنڌ تي ڪاهه ڪئي، ۽ وڏي تباهي مچائي. نه فقط تمام گهڻو مالي ۽ جاني نقصان ٿيو، پر وڏي علمي ذخيري تان به سنڌين کي هٿ ڌوئڻا پيا. هن جي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جي ڪري ”گهوڙا ڙي گهوڙا“ ۽ ”نادر ٿو اچي“ جهڙيون چوڻيون رواج ۾ آيون. سچل سائين 15 سالن جو هو، ته احمد شاهه ابداليءَ سنڌ تي ڪاهه ڪئي، ۽ مغل پرڳڻو پنهنجي قبضي ۾ رکيو. ان پرڳڻي جون حدون اتر ۾ بلوچستان جي شهر روجهاڻ کان مدئجيءَ تائين هيون. اهڙيءَ طرح ان ۾ موجوده شڪارپور، شڪارپور ضلعي جو حصو ۽ بلوچستان جو ڪجهه حصو اچي ٿي ويا.

سنه 1762ع ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙو سنڌ جي گاديءَ تي ويٺو، جنهن کي احمد شاهه ابداليءَ ”شاهه وردي خان“ جو خطاب ڏنو. سنه 1763ع ۾ هن ڪڇ فتح ڪيو. ان کان پوءِ هن حيدرآباد جو شهر ٻڌرائي، ان کي سنڌ جي گادي بڻايو. احمد شاهه ابداليءَ، ديره جات جو سمورو علائقو ميان غلام شاهه

جي قبضي ۾ ڏنو. هيءَ علائقو ٽن سوَن ميلن تي پکڙيل آهي، ۽ هينئر پنجاب ۾ آهي. سنه 1768ع ۾ هن علائقي جي "ناهرا" قوم بغاوت ڪئي، جنهن کي مير بهرام خان، ميان جي طرفان شڪست ڏني.

مياں غلام شاه يورپي واپارين مان فقط انگريزن کي سنڌ ۾ واپار ڪرڻ جي اجازت ڏني. هو سنڌ مان ڪپڙو، قلمي شورو ۽ نير خريد ڪري ڏيساور ڏانهن موڪليندا هئا. سنه 1772ع ۾ ميان غلام شاه ڪلهوڙي وفات ڪئي. سندس ڏينهن ۾ سنڌ اندر گهڻي قدر امن امان رهيو، ۽ سنڌ حڪومت جون حدون ديره جات، ڪڇ ۽ بلوچستان جي ڪجھ حصي تائين پکڙيل هيون. هنر ۽ واپار جي ترقي ٿي، ۽ سنڌ جو مال ڏورانهن ڏيهن تائين پهتو. آبپاشيءَ جا طريقا سڌريا ۽ زرعي پيداوار وڌي. مطلب ته سنڌ جا ماڻهو سکيا ۽ آسودا رهيا، ۽ صلح سانت سان زندگي گذاريائون. اهوئي سبب آهي، جو ان زماني کي ڪلهوڙن جي اوج جو زمانو چيو ويجي ٿو.

ان کان پوءِ سندس پٽ ميان محمد سرفراز (ڪلهوڙو) تخت نشين ٿيو. ان وقت حضرت سچل سرمستؒ جي عمر 32 سال هئي. ميان سرفراز سنڌ جو ڪامياب حڪمران ثابت نه ٿيو.

ان زماني ۾ فوجي واڳون ٽالپرن جي هٿ ۾ هيون. هن ٽالپرن سان اچائي ڪئي (اُنهن کي تنگ ڪيو ۽ ستايو). مير بهرام خان کي دربار ۾ مارايائين، ۽ ان جو پٽ مير صوبدار خان وري ميان محمد سرفراز جي ماڻهن سان وڙهندي مارجي ويو. هيءَ واقعو سنه 1774ع ۾ ٿيو. انهيءَ ڪري ٽالپرن سندس خلاف بغاوت ڪئي، ۽ سنه 1775ع ۾ ڪيس تخت تان لاهي حيدرآباد جي قلعي ۾ قيد ڪيائون.

ان کان پوءِ ميان غلام نبي، ميان صادق علي ۽ ميان عبدالنبي کي هڪ ٻئي پٺيان تخت تي ويهاريائون. ميان عبدالنبي هڪ ظالم حڪمران ثابت ٿيو. هنن ميان محمد سرفراز کي مارائي ڇڏيو، ۽ ٽالپرن جي ٻه پويان پيو. آخر سنه 1783ع ۾ مير فتح علي خان کيس شڪست ڏئي، سنڌ ۾ ٽالپرن جي حڪومت قائم ڪئي.

ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ زرعي پيداوار وڌي، ڇاڪاڻ ته هنن کي زراعت سان تمام گهڻي دلچسپي هئي. هنن زرعي پيداوار کي وڌائڻ ۽ سڌارڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ورتيون. انهيءَ مقصد لاءِ ڪيترائي واهه کوٽايائون. مسٽر

ڊيل هوسٽ، ڪلهوڙن جي ڪوتايل واهن جا نالا ڏنا آهن، جيڪي هن طرح آهن:

”پراڻ، نارو، اڙل، ڦليلي، گوني، پڇارو، گانگرو، لڪي، سيتا، بگهاڙ، داديجي، گهاڙ، امرڪس ۽ نور واهه.“

آبپاشيءَ جي طريقن کي سڌارڻ سان گڏ نوان شهر بہ آباد ڪيائون، جهڙوڪ: حيدرآباد، مراد آباد، الله آباد ۽ خدا آباد (نزديڪ هالا). ميان غلام شاهه ”شاهه بندر“ نالي بندر تعمير ڪرايو ۽ ”پراڻ“ کي موريءَ جو بند ٻڌرايو، انهيءَ ڪري ٽر جي آبادي ۾ واڌارو آيو.

سنہ 1775ع کان سنہ 1783ع تائين ڪلهوڙن ۽ ميرن جي ڇڪتاڻ ۽ لڙاين جي ڪري سنڌ کي وڏو نقصان پهتو. سنہ 1780ع ۾ وڏو ڦورو مدد خان پٺاڻ سنڌ تي ڪاهي آيو، ۽ اتر کان هيٺ بدين تائين ڪيترائي ڳوٺ ۽ شهر ناس ڪري ڇڏيائين. جوڻ ۽ فتح باغ جهڙا وسندڙ شهر ويران ٿي ويا، ۽ ڪيترائي سرسبز باغ ۽ آباديون ناس ٿي ويون. انهن حالتن ڪري واپار بند ٿي ويو، صنعت ۽ حرفت کي ڌڪ لڳو، پيداوار ۾ ڪمي اچي ويئي، ۽ ملڪ ڏڪر ۾ تباهه ٿي ويو.

ٽالپرن، سنڌ تي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ کان پوءِ حالتن کي بهتر بنائڻ لاءِ وڏي ڪوشش ورتي. ميان نور محمد خان جي آخري ڏينهن ۾ قلات جي بيگلر بيگي ڪراچيءَ جي مياڻيءَ تي قبضو ڪيو هو. ٽالپرن ڪراچيءَ تي ٻيهر قبضو ڪيو. ان کان سواءِ شڪارپور وارو علائقو، جيڪو افغانن جي قبضي ۾ هو، پنهنجي قبضي هيٺ آندائون. عمر ڪوٽ واري علائقي تي بہ جوڌپور جو راجا قبضو ڪري ويو، اهو علائقو بہ فتح ڪري، سنڌ جي حيثيت بحال ڪيائون. نہ فقط ايترو، پر بهاولپور جي حاڪم کان سبزل ڪوٽ وارو علائقو هٿ ڪري، سنڌ جي حدن ۾ شامل ڪيائون. هوڏانهن مزارچه علائقو بروهين کان کسي، سنڌ سان ملايائون. انهيءَ ڪري راڄنپور تائين ٽالپر حڪومت قائم ٿي وئي. مزارين ۽ بليدن جو تعاون حاصل ڪري ٽالپرن پنهنجي حڪومت ديره جات تائين مضبوط ڪئي، انهيءَ ڪري سنڌ جون حدون اتر ۾ راڄنپور کان ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ، ۽ اوير ۾ راجپوتانا کان ڪيرٿر تائين قائم ٿي ويون.

سنڌ جو پهريون ٽالپر حڪمران مير فتح علي خان هو. ملڪ جي فلاح ۽ بهبود لاءِ هن پنهنجي ٽن ڀائرن: مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽

مير مراد علي خان کي پاڻ سان حڪومت ۾ شامل ڪري چوياري قائم ڪئي. سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو: (1) پهريون حصو حيدرآباد وارو. جنهن جون حدون ڪراچيءَ کان سيوهڻ ۽ ٽنڊوالهيار کان کيرٿر تائين هيون. ٿر به هن حصي ۾ هو. مير فتح علي خان پنهنجي چوياري سان هن حصي جو حڪمران بنيو. هيءَ "شهداداڻي" سرڪار سڏي وئي. (2) ٻيو حصو شاهه بندر کان چوڙ تائين هو. ان جو پهريون تخت گاهه ونگي ۾ "ڪيٽي" هو. هيءُ علائقو مير ٺاري خان کي ڏنو ويو. سنه 1806ع ۾ مير ٺاري خان ميرپورخاص شهر تعمير ڪرائي ان کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بنايو. هيءُ "مانڪاڻي" سرڪار سڏي وئي. (3) ٽيون حصو اتر ۾ هو، جنهن جون حدون ٿر ۽ موري کان اوٻاوڙي، روجهاڻ ۽ سيوهڻ تائين هيون. هي علائقو مير سهراب خان جي حوالي ڪيو ويو. ان جو تخت گاهه "خيرپور" کي بنايو ويو. هيءَ "سهراباڻي" سرڪار سڏبي هئي.

اسان جي شاعر يعني حضرت سچل سرمستؒ جو ڳوٺ خيرپور واري حصي ۾ هو. ۽ خيرپور جا حڪمران مير سندس معتقد هئا. سنڌ جي وڏي حصي تي جيتوڻيڪ حيدرآبادي حاڪمن جو قبضو هو، ان هوندي به اتر سنڌ جو سمورو علائقو مير سهراب خان جي قبضي ۾ هو. هو سخي، رحمدل ۽ ڪيترين ئي خوبين جو مالڪ هو. سندس ڏينهن ۾ ملڪ ۾ امن امان رهيو، ۽ هر طرح خوشحال ۽ آباد هو. هو حضرت سچل سرمستؒ جو همعصر ۽ معتقد هو. هن سنه 1830ع ۾ وفات ڪئي ان کان پوءِ سندس پٽ مير رستم خان تخت نشين ٿيو.

جيتوڻيڪ ميرن ملڪ جي سرحدن جي حفاظت ۽ امن امان قائم رکڻ لاءِ وسان ڪين ٿي گهٽايو، ان هوندي به چوڌاري وڏي گڙ ٻڙ هئي. فرنگي شرارتون هندستان کي پنهنجو شڪار بنائي چڪيون هيون، ۽ هينئر سنڌ ۾ پنهنجو چار پکيڙي رهيون هيون. هوڏانهن پنجاب جو حاڪم رنجيت سنگهه سنڌ تي حملي ڪرڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. هو شاهه شجاع ۽ انگريزن جي اتحاد ثلاثه ۾ شامل هو.

راجپوتن ۽ دائودپوٽن به ڪئونس ڪرڻ شروع ڪئي، پر ميرن دليري، بهادري ۽ جرئت سان سيني سان منهن ڏنو.

---

# علمي ۽ ادبي ماحول

حضرت سچل سرمستؒ جي زماني ۾، سنڌ ۾ ڪيترائي عالم، فاضل ۽ شاعر موجود هئا. سندس وڏن معاصرن، بزرگن ۽ عالمن مان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي(وفات: 1760ع)، مخدوم محمد معين ٺٽوي، حاجي شاهه فقير الله علوي، مير علي شير قانع ٺٽوي، مخدوم محمد جعفر بوبڪائي، مخدوم عبدالرحمان کهڙن وارو وغيره. سندس ڪيترن ئي وڏن معاصرن ۾ فارسيءَ جي شاعرن جا نالا به ملن ٿا، جهڙوڪ: محمد پناهه رجا، غلام علي مداح، شيوڪ رام عُطارد ۽ مير جان الله شاهه رضوي وغيره.

سچل سائينءَ جي وڏن معاصرن ۾ ڪيترن سنڌي شاعرن جا نالا به ملن ٿا، جن الف اشباع جي نظم ۾ ڪتاب به لکيا ته وائي، ڪافي ۽ بيت جي صنفن ۾ به پنهنجا جذبات ۽ احساسات بيان ڪيا. انهن شاعرن مان شاهه عبداللطيف ڀٽائي، ميان صاحبڏنو فاروقي، سلطان الاولياءُ خواجه محمد زمانؒ لنواري وارو، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ۽ روحل فقير جا نالا قابل ذڪر آهن.

انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن ۾ تعليمي درسگاهه موجود هئا. خاص طرح سان ڇهه وڏا علمي مرڪز هئا، جهڙوڪ: سيوهڻ، ٺٽو (ٺٽيءَ جي پرسان)، کهڙا، مٽياري، مهڙ (ولهار، عمرڪوٽ جي پرسان) ۽ ڇوٽياريون. اتي جي مدرسن کي سنڌ جا ٽالپر حڪمران وڏي مالي مدد ڪندا هئا. ان کان سواءِ مالدار ماڻهو به پنهنجو مال ۽ ملڪيتون مدرسن جي حوالي ڪري ڇڏيندا هئا. پڙهائيندڙ عالمن کي چڱي پگهار ملندي هئي ۽ معاشري ۾ انهن جو وڏو مان هوندو هو. ان زماني جي عالمن، فاضلن ۽ بزرگن مان، هنن بزرگن جا نالا قابل ذڪر آهن:

مخدوم محمد عارف سيوستاني (وفات: 1809ع)، مخدوم عبدالواحد سيوستاني (وفات: 1809ع)، شيخ محمد عابد انصاري(وفات: 1841ع)، مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي (وفات: 1810ع)، پير محمد راشد روضي ڌڻي (وفات: 1818ع)، پير صبغت الله شاهه (وفات: 1831ع)، مولانا عبدالحڪيم ڪنڊوي (وفات: 1838ع)، مخدوم محمد حسن سيوهاڻي (وفات: 1805ع)، خواجه گل محمد لنواري وارو (وفات: 1803ع)، خواجه محمد زمان دوم لنواري وارو (وفات: 1831ع)، خليفو محمود ڪڙئي وارو (وفات: 1852ع)،

قاضي احمد علي سنڌي (وفات: 1815ع)، مولانا عبدالرحمان سنڌي لکنوي (وفات: 1829ع)، قاضي محمد عاقل سنڌي (وفات: 1815ع)، مولانا محمد علي سنڌي (وفات: 1837ع)، مفتي محمد پيرائي، نزديڪ قنبر ضلعو لاڙڪاڻو (وفات: 1856ع)، مولانا محمد ڪامل ڪٺباري (وفات: 1824ع)، مولانا محمد حيات ڪٺباري (وفات: 1839ع)، مخدوم محمد عاقل کهڙن وارو (وفات: 1816)، مخدوم ضياءَ الدين کهڙن وارو، سيد عبدالخالق جيلاني گهوٽڪي (وفات: 1790ع)، سيد محمد عابد ثاني جيلاني گهوٽڪي (وفات: 1799ع)، سيد فيض الله شاهه جيلاني گهوٽڪي (وفات: 1831ع)، مُلا صاحبڏنو شڪارپوري (وفات: 1834ع)، ملا اويس شڪارپوري، محمد عارف صنعت شڪارپوري (وفات: 1850ع)، مير فخر الدين علوي شڪارپورري (وفات: 1854ع)، مخدوم عبدالله نئنوي (وفات: 1810ع)، قاضي احمد دمائي (وفات: 1817ع)، قاضي محمد حسين ثاني نئنوي (وفات: 1834ع)، مخدوم محمد اسماعيل وسين وارو (وفات: 1834ع) ڪان اڳ)، قاضي محمد شڪارپوري، مخدوم محمد عارف سنائي (وفات: 1807ع ڪان پوءِ)، مخدوم عبدالڪريم نئنوي (وفات: 1855ع)، صوفي سيد عبدالوهاب جيلاني (وفات: 1800ع ڪان پوءِ)، مولانا محمد عيسيٰ چوهڙپوري، ضلعو لاڙڪاڻو، مخدوم عثمان متعلوي (وفات: 1804ع)، خواجه نظام الدين مجددي شڪارپوري (وفات: 1856ع) ۽ پير سيد محمد ياسين جهنڊي وارو (وفات: 1858ع).

سچل سائينءَ جي زماني ۾ سنڌ ۾ ڪيترائي فارسي شاعر به موجود هئا، جهڙوڪ: سيد ثابت علي شاهه (وفات: 1810ع)، سيد عظيم الدين عظيم نئنوي (وفات: 1823ع)، مير غلام علي مائل (وفات: 1835ع)، مير ڪرم علي خان "ڪرم" (وفات: 1828ع)، منشي صاحبراءِ "آزاد"، نواب ولي محمد خان لغاري (وفات: 1832ع)، آخوند محمد قاسم، دلپتراءِ دلپت (ديهانت: 1841ع ڌاري)، ملا صاحبڏنو (وفات: 1834ع)، اميد علي "سها"، محمد عارف "صنعت"، آخوند محمد بچل انور، مخدوم محمد صالح وزير آبادي وغيره.

سچل سائينءَ جي همعصرن ۾ سنڌي شاعرن جا نالا به ملن ٿا، جن شعر جي هر صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي. انهن شاعرن مان سيد ثابت علي شاهه، پير محمد راشد روضي ڌڻي، ملا صاحبڏنو، دلپت، سامي،

صديق فقير سومرو، دريا خان، فتح فقير، خليفو نبي بخش ۽ پير محمد اشرف جا نالا قابل ذڪر آهن.

هن زماني ۾ آخوند عزيز الله (وفات: 1824ع)، سنڌي زبان ۾ قرآن مجيد جو تحت اللفظ ترجمو ڪيو. سنڌي زبان ۽ ادب جي اها خوشبختي آهي، جو ان جي نثر جي شروعات قرآن مجيد جي ترجمي سان ٿي.

**ادبي جائزو:** هن دؤر ۾ سنڌي زبان ۽ ادب وڏي ترقي ڪئي. هن دؤر جو جائزو پيش ڪجي ٿو:

1. هن دور ۾ ڪافيءَ ۾ وڏي پختگي آئي ۽ منجهس دلڪشي ۽ رنگيني آئي. گهاڙيتن جا ڪيترائي نمونا مروج ٿيا ۽ فن توڙي فڪر ۾ وڏي وسعت آئي. ڪافيءَ کي عروج تي پهچائڻ وارو حضرت سچل سرمست رحه آهي، پر ٻين ڪيترن شاعرن ڪافيون چيون، جهڙوڪ: دلپت، مير رستم خان، مير عالي خان، مير مبارڪ خان، فتح فقير، مراد فقير، صديق فقير سومرو وغيره.

2. هن دؤر جي شاعرن جي شعر ۾ فارسي ۽ عربي لفظ ڪجهه قدر گهڻا ملن ٿا. سيد ثابت علي شاهه جي مرثين ۾ فارسي ترڪيبن جا سهڻا مثال ملن ٿا.

3. هن دؤر ۾ غزل ڪجهه اڳتي وڌيو. ڪيترن شاعرن جي غزل جا نمونا ملن ٿا، انهن مان حضرت سچل سرمست رحه، سيد ثابت علي شاهه، خليفي ڪرم الله، مير نصير خان ۽ مير حسين علي خان جا نالا قابل ذڪر آهن.

4. علم عروض جي ٻين صنفن جهڙوڪ: مرثيه، سلام، مسدس، مخمس، مثنوي ۽ رباعي جو رواج پيو.

5. هن دور ۾ منظوم قصه گوئيءَ جو رواج پيو. ان سلسلي ۾ حفيظ تيوٽي جو "مومل راڻو" ۽ خليفي عبدالله جو "ليليٰ مجنون" شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا.

6. الف اشباع جي نظم ۾ به ڪجهه ڪتاب لکيا ويا. ان قسم جو شعر سيد خير شاهه، پير محمد اشرف ۽ مولوي ولي محمد وغيره چيو.

7. مولود جي صنف، هن دور ۾ وڏي ترقي ڪئي. ڪيترن ئي شاعرن مولود چيا، جن مان ملا صاحبڏني، فتح فقير، خليفي ڪرم الله ۽ پير محمد اشرف جا نالا قابل ذڪر آهن.

8. مداح ۽ مناجات به وڏي ترقي ڪئي. اهڙي نموني جو شعر ملا صاحبڏني، صدر الدين چارڻ، حمل خان لغاري، فتح فقير، آخوند محمد ٻچل انور ۽ حسين فقير ديدڙ (قنبر وارو) چيو.

9. هَجو گوئيءَ جو رواج بہ هن دور ۾ پيو. سيد خير شاهہ ۽ سيد ثابت علي شاهہ هڪٻئي جي هجو لکي.

10. رزميہ شاعريءَ جا بہ سنا نمونا ملن ٿا. هن قسم جا مثال خليفي نبي بخش لغاري جي سر ڪيڏاري، حضرت سچل سرمست رحہ ۽ سيد ثابت علي شاهہ جي مرثين ۽ سيد حيدر شاهہ جي جنگنامن ۾ ملن ٿا.

11. خليفو نبي بخش پهريون شاعر آهي، جنهن سُر ڪيڏاري کي قومي شاعريءَ جي اظهار جو ذريعو بڻايو. سندس شعر ۾ قومي جوش ۽ جذبو آهي ۽ سنڌ جي سورهين جي ساراهہ آهي.

12. ٽيهہ اکري جو رواج اڳ ۾ بہ هو، پر هن دور ۾ هن صنف جا بلند پايہ شاعر ٿيا، جهڙوڪ: ملا صاحبڏنو، خليفو نبي بخش، حمل خان لغاري، آخوند محمد بچل انور ۽ حسين فقير ديدڙ.

13. حضرت سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ ڪيترين نيون صنفون بہ ملن ٿيون، جن ۾ پهريون ڀيرو سچل سائين پنهنجا خيال ظاهر ڪيا. انهن صنفن جا نالا آهن: جهولڻو، جهولڻو ڪافي، گهڙولي، ڏوهيڙا، ڪلام، مسلسل بيت ۽ مسلسل دوها وغيره. انهن جو فني تعارف هن ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي.

14. هن دؤر ۾ هندو شاعرن جو شعر بہ ملي ٿو. سامي جي سلوڪن سان گڏ دلپت ۽ سندس گرو آسرداس "آسو" جو شعر بہ مليو آهي.

15. هن دؤر ۾ پهريون ڀيرو نثر جو نمونو ملي ٿو. اهو پهريون نثر آهي، آخوند عزيز الله جو قرآن مجيد جو تحت اللفظ ترجمو.

## فقراهي درگاهون

انهن ڏينهن ۾ سچيءَ سنڌ خصوصاً "درازن" جي پسگردائيءَ ۾ فقراهي خانقاهون هيون، جتي معرفت جي مَـي جي ونڊ ورڇ ٿي رهي هئي ۽ روحاني فيض جي پالوٽ ٿي رهي هئي. انهن، پسگردائيءَ وارين درگاهن جو مختصر تفصيل هن ريت آهي:

1. **گنبت ۽ راڻيپور:** هتي ابراهيم شاهہ ۽ صالح شاهہ قادري جون درگاهون هيون.

2. **کهڙا:** هتي محمد ذاڪر ۽ رازق ڏنو فقير وڪر وهائي رهيا هئا، جيڪي اصل ۾ درازن جا طالب هئا.

3. **هگّورجا:** هتي سيد محمد عطا ولد سکيل شاهه دونهي دکايو وينو هو.
4. **دونهين:** هتي سيد ابراهيم شاهه سلوڪ جي سڳنڌ پکيڙي رهيو هو.
5. **ڪنبڙي:** هتي روحل فقير جا فرزند: شاهو فقير، غلام علي فقير، خدا بخش فقير ۽ دريا خان فقير طالبن جي تربيت ڪري رهيا هئا.
6. **روهڙي:** سيد جان الله شاهه رضوي ثاني برهه جي بازار لڳايو وينو هو.
7. **پير ڳوٺ:** هتي پير محمد راشد روضي ڌڻي طالبن کي حق جي راهه ڏسي رهيو هو.

انهن سڀني درگاهن سان درازن جي درگاهه جو سهڻو سلوڪ هو.

## ٻيا فاروقي شاعر

درازي درويشن ۾ قديم زماني کان ڪيترائي عالم، فاضل ۽ شاعر ٿي گذريا آهن، جن جو ڪلهوڙن توڙي ٽالپرن جي دؤر ۾ وڏو مان ۽ مرتبو هو. هن خاندان جي فارسي شاعرن مان پهريائين "ذوقي" ۽ "حقيري" جا نالا ملن ٿا. انهن جي شعر جو نمونو مليو آهي، پر وڌيڪ احوال ڪونه ٿو ملي. حضرت سچل سرمست به ڪين "ديوان آشڪار" ۾ ياد ڪيو آهي:

"بسي شاعر نهان شد آشڪارا، ڪجا ذوقي ڪجا رفته حقيري"

انهن کان سواءِ ٻين شاعرن جا نالا به ملن ٿا، جهڙوڪ: آخوند عبدالقوي تخلص "طالع" يا "قوي طالع"، خواجه محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو، ميان عبدالحق، سخي قبول محمد اول، محمد حيات "حاتم"، گل محمد، عبدالهادي، محمد صالح، باغ علي، محمد نشان، خوش محمد، آخوند خان محمد ۽ نور علي، ميان صاحبڏني جي هڪ ڪافي نموني طور هت ڏجي ٿي:

وڙيان چو وٽڪار، جيڏيون آهي جيءَ ۾.

1. صحيح سڄاتم سرتيون، دل ۾ آ دلدار.
2. ڪاڪيون آهي قلوب ۾، ڪيچ ڌڻي کوهيار.
3. ناحق وندر چو وڃان، پاڪر ۾ پوتار.
4. ونحن اَقرب اوڏڙو، لڌم لون يار.
5. ساهئون اوڏو سپرين، کوهه پڇان ٻيو پار.
6. صاحبڏني سمجهيو، تن اندر تڪرار.

درازي درگاهہ جي طالبن مان بہ ڪيترائي شاعر ٿي گذريا آهن، جن پنهنجي شعر جي ذريعي صوفيانہ خيالن جو اظهار ڪيو. انهن مان محمد چنيهہ اُچڻ، فقير نانڪ يوسف، غلام حيدر شر، فقير محمد ... الح، گهرام فقير، سيد خير شاهہ، فقير عبدالرحمان پناڻ، ايسر فقير، آغا علام نبي صوفي، سردار بهادر محمد بخش ڪوجهي ۽ قاضي علي اڪبر درازيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

---

## سچل سرمست جون تصنيفون

**فارسي تصنيفون:** فارسي شعر ۾ سندس هيٺيون تصنيفون مليون آهن:

**ديوان آشڪار:** هيءَ ديوان پهريون ڀيرو مير علي مراد خان ٽالپر والي رياست خيرپور، نولڪشور پريس مان ڇپائي شايع ڪيو. ان ڪان پوءِ آغا غلام نبي صوفي مرحوم، ولبداس گاجرا جي مالي مدد سان ڇپائي شايع ڪيو. ٽيون ڀيرو لالا مڪند لعل صاحب ڇپايو.

**ديوان خدائي:** هن ديوان ۾ "خدائي" تخلص آندو ويو آهي. هن جا فقط نَوَ غزل ملي سگهيا آهن، جيڪي محترم قاضي علي اڪبر صاحب مثنوي "راز نامہ" سان گڏ شايع ڪيا آهن.

**مثنويون:** حضرت سچل سائينءَ تصوف جي تعليم ڏيڻ لاءِ فارسي ۾ ڪيتريون ئي مثنويون لکيون آهن، جن ۾ وحدت الوجود جو فڪر دليلن ۽ مثالن سان سمجهايو ويو آهي. اهي مثنويون محترم قاضي علي اڪبر درازي سنڌيءَ ۽ اردو ترجمن سان ڇپائي شايع ڪيون آهن. ڊاڪٽر عطا محمد حامي مرحوم انهن جو منظوم سنڌي ترجمو ڪيو آهي. انهن مثنوين جا نالا هي آهن:

رهبر نامہ، وحدت نامہ، تار نامہ، عشق نامہ، درد نامہ، گداز نامہ، راز نامہ ۽ وصلت نامہ.

**نکتہ تصوف:** هي فارسي نثر ۾ هڪ تحرير آهي، جنهن ۾ طالب کي سلوڪ جي راهہ جي تلقين ڪيل آهي. محترم قاضي صاحب اها تحرير هڪ قلمي ڪتاب تان نقل ڪري، پنهنجي اردو ڪتاب "سچل سرمست - شاعر هفت زبان" ۾ ڏني آهي.

**فارسي شاعريءَ جو جائزو:** حضرت سچل سرمست فارسي زبان جو پُرگو ۽ بلند پايہ شاعر آهي. سندس فارسي شعر جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو، تہ هن ڪُليات عطار، ديوان شمس تبريز، مثنوي مولانا روم، ديوان احمد جام زندهہ پيل ۽ آثار جامي جو گهرو مطالعو ڪيو هو. عطار لاءِ عقيدت جو اظهار هن طرح ڪري ٿو:

اي صبـــا بامـــا حقيقـــت شـــهر نيشـــاپور ڪـــن
ميڪنـــم قربـــان بـــران خـــاڪ زميـــن ايـــن جـــان و تـــن

خـواه از عطـار گـان محـب در پيـر مغـان اسـت
از ولـي الله دعـا اي "آشـكارا" خويشـتن[1]

ترجمو: اي صبح جي ٿڌڙي هير! اسان کي نيشاپور شهر جي حقيقت ٻڌاءِ، آئون، انهيءَ سرزمين جي پاڪ مٽيءَ تي پنهنجو جسم ۽ جان قربان ڪريان ٿو. اي "آشڪار"! پنهنجي لاءِ، انهيءَ ولي الله، خواجه عطار کان دعا طلب ڪر، جيڪو پيار ۽ محبت وارو ۽ پيرِ مُغان به آهي.

حضرت خواجه احمد جام زنده پيل جو ذڪر هن طرح آندو اٿس:

مـن شـدم عاشـق بنـام آشـفتگان،
ره، رفيق خواجه احمد جام ماسـت.[2]

ترجمو: آئون ته عاشقن جي نالي تي به عاشق آهيان ۽ انهيءَ نسبت جي ڪري، اسان جو دوست ۽ (سلوڪ جي) راهه جو رفيق خواجه احمد جام آهي.

سندس فارسي شعر ۾ هر هنڌ "همه اوست" جو نظريو ڪارفرما آهي. ڪيترين ئي جاين تي مستي، بيخودي ۽ استغراق واري حالت ۾ "اناالحق" جو نعرو هنيو اٿس. سندس رڳ رڳ مان اهائي تنوار ٿي آئي:

الفار ني في الله و الباقي بهي - من نيستم والله بالله من نيستم

شفيع احمد علوي مرحوم، سچل سائينءَ جي "ديوان آشڪار" بابت صحيح لکيو آهي ته:

"ديوان آشڪار" سچو شاعر جي جذبهٔ مستي، سوز و گداز، رقت، وجداني ذوق، فنا، عبوديت، استغراق، تجليات معرفت، ذوق فنا في الوجود سان لبريز ۽ معمور آهي. ان جي سمجهڻ ۽ سندس باريڪين، رمزن ۽ اسرار کان لطف اندوز ٿيڻ لاءِ هڪ خاص ذوق نظر جي ضرورت آهي، جا ڪاملن ۽ پاڪ نفسن کي مليل هوندي آهي."

سچل سائينءَ جو شعر وجد، مستي ۽ بي خوديءَ جو آئينه دار آهي. چوي ٿو:

من باو مست يار مست بما - تاکه از عهد داد دست بما
دوست را مونسي وهم نفس - چند ايامها گذشت بما
"آشكارا" توشاد باش صنعم - عهد نامه وفا نوشت بما[3]

---

[1] ديوان آشڪار: جلد: 2، فارسي، ص 65)
[2] ديوان آشڪار: جلد: 1، ص 67 (ساڳيو)
[3] ديوان آشڪار: جلد: 1، ص 67، فارسي

ترجمو: آئون يار سان مست آهيان ۽ يار مون سان مست آهي، ايتريقدر جو هن انهيءَ باري ۾ اسان سان وعدو ڪيو آهي.

منهنجي دوستي ۽ رفاقت، پنهنجي يار سان اڄ جي نہ آهي، پر اسان جي اها هم نشيني ايامن کان آهي.

اي "آشڪار"! تون خوش رهہ، ڇو تہ تنهنجي محبوب ياري نباهڻ جو وعدو اسان کي لکي ڏنو آهي.

هن شعر تي تبصرو ڪندي شفيع احمد علوي مرحوم لکيو آهي:

"متين شعرن ۾ الستي عهد ۽ ميثاقي قول جي يادگيري ڏياريل آهي ۽ اڳوڻي پرمسرت زندگي ۽ وصال جي ڏينهن ۽ ان جي سهڻين ڳالهين کي سارِيندي لطافت ۽ شيريني مخصوص آهي، جا عراقي، جامي، عمادالفقيه ڪرماني جي ڪلام ۾ ملي ٿي."

حضرت سچل مرمست جيتوڻيڪ "وحدت الوجود" جي فڪر جو ترجمان ۽ "اناالحق" جو نعرو هڻندڙ آهي، ان جي باوجود ڪيس شرع لاءِ بيحد عزت ۽ احترام آهي، چوي ٿو:

از شرع رومتاب گر مردي - غوث و قطب و کنند سلام[1]

مطلب تہ حضرت سچل سرمست جي "ديوان آشڪار" جو سمورو شعر وحدت الوجود، پاڻ سڃاڻڻ، الاهي عشق، ذوق عبوديت ۽ فنافي الله جهڙن روحاني مضامين سان مزين آهي. هو پنهنجي روحاني واردات بہ بيان ڪري ٿو، تہ طالب کي تلقين ڪري ٿو، ۽ سلوڪ جي راهہ ۾ رهنمائي بہ ڪري ٿو. فني ۽ معنوي لحاظ کان بہ سندس شعر اعليٰ درجي جو آهي. غزلن ۾ تغزل آهي، حسن و جمال جو جلوو آهي ۽ هجر و وصال جو تذڪرو آهي. امنگن ۽ احساسن، جذبن ۽ خيالن کي اهڙو تہ عمدو ۽ اثرائتو بنايو اٿس، جو ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ بي اختيار ٿيو وڃي. ان کان سواءِ شعر ۾ غضب جي محاڪات ۽ رواني آهي، دلڪشي ۽ اثر انگيزي آهي، ڪيف ۽ مستي آهي، بيخودي ۽ بيباڪي آهي، نازڪ خيالي ۽ فڪر جي گهرائي آهي.

---

[1] جيڪڏهن تون مرد آهين تہ شريعت کان منهن نہ موڙ، يعني شريعت تي قائم رهہ. ڇو تہ غوث ۽ قطب بہ شريعت جا سلام ڪندڙ آهن (شريعت تي هلندڙ آهن)

سچل سائينءَ جي مثنوين ۾ بہ تصوف جا اونها اسرار بيان ڪيا ويا آهن. انهن مثنوين ۾ "وحدت الوجود" ۽ "همہ اوست"، فنا ۽ بقا، مجاهدي ۽ وجد، تسليم و رضا، زهد ۽ تقويٰ، صبر ۽ شڪر، عالمِ خلق ۽ عالمِ امر، ذات ۽ صفات، تنزيهہ ۽ تشبيهہ جهڙن نازڪ صوفيانہ مسئلن تي نهايت اثرائتي نموني، دليلن ۽ مثالن سان بحث ڪيو ويو آهي. خاص طرح سان "وحدت الوجود" کي سمجهائڻ لاءِ ڪيترائي دليل، مثال ۽ قرآن شريف جون آيتون چپي چپي تي آنديون ويون آهن. رواني ۽ سادگي مثنوين جون خاص خوبيون آهن.

مثنوي "وحدت نامہ" ۾ چوي ٿو تہ حسن ظهور پذير ٿيو، جنهن جي جلوي سان درو ديوار روشن ٿي ويا. اندر بہ محبوب آهي، تہ ٻاهر بہ محبوب. ذري ۾ بہ انهيءَ کي ئي ڏسي سگهجي ٿو. سمورا راز بي نقاب ٿي ويا، انهيءَ ڪري خوديءَ کي ختم ڪري ڇڏ:

جلوه حسن پديدار، تجلي درو ديوار، درون بيرون دلدار،
بہ هر ذره ديدار، عيانست همہ اسرار، من و مائي بگذار.

(مثنوي "وحدت نامہ": ص 2، قاضي علي اڪبر درازي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي خيرپور، 1964ع)

حُسن جو جلوه ظاهر ٿيو. انهيءَ تجليءَ سان در و ديوار روشن ٿي ويا. اندر ۽ ٻاهر محبوب آهي. هر ذره ۾ سندس ديدار آهي، سمورا راز ظاهر ٿي چڪا آهن. "تون"، "مان" ۽ "اسان" کي ترڪ ڪري ڇڏ.

"تار نامہ" ۾ ڀرپائين تار جي پرسوز آواز جو تاثير بيان ڪري، پوءِ تار جي آتم ڪهاڻي آندي اٿس. ان ۾ تار ٻڌايو آهي، تہ جڏهن مون سختيون سٺيون، ۽ ٻاهہ جي تو ۽ هٿوڙن جي ڌڪن مان نڪتس، ان ڪان پوءِ ئي مان يار جي هٿن تائين پهتس. تار چوي ٿي:

صد هزاران رنج و محنت ديده ام
پس بدست يار خود برسيده ام
آمدم اڪنون بدست يار خويش
مي سرايد او مرا شب و روز پيش.

سوين هزار ڏک ۽ تڪليفون ڏٺيون اٿم. پوءِ مان يار وٽ پهتس. هاڻي مان پنهنجي يار جي هٿ ۾ آهيان. هينئر مون کي رات ڏينهن، پنهنجي ذڪر جي تند و تنوار ۾ پيو وڄائي.

(مثنوي "تار نامہ": ص 10، قاضي علي اڪبر درازي، اتحاد پريس سکر)

مثنوي "گداز نامہ" ۾ هڪ هنڌ چوي ٿو، تہ انهيءَ ذات جو جلوو تو ۾ ئي آهي. انهيءَ مٽيءَ جو پردو لاهہ. يعني پنهنجو پاڻ فنا ڪر، تہ انهيءَ جمال جو جلوو پسين:

اين حجابِ گل بکش بيني فدا
آن خدا پنهان شده اندر روا

(ص 22)

اهو مٽيءَ جو پردو لاهہ تہ خدا ڏسين. اهو خدا، بيشڪ پرده جي اندر لڪل آهي.

"رهبر نامہ" ۾ سلوڪ جي راه جي سمجهاڻي ڏني اٿس. هو چوي ٿو، تہ معرفت جي منزل جو منڍ عشق آهي. هو چوي ٿو، تہ جيڪا دل عشق ڪان خالي آهي، اها ويران آهي. اها دل نہ آهي، پر پاڻي ۽ مٽيءَ جو مجموعو آهي:

هست بجز عشق کہ ويرانہ دل
آن دل نبود مگر از آب و گل

بغير عشق جي دل، ويران آهي. اها دل نہ هوندي، پر فقط مٽيءَ ۽ پاڻيءَ واري ٺهيل دل هوندي.

"عشق نامہ" ۾ عشق جي فضيلت ۽ اهميت تي وڌيڪ وضاحت سان روشني وڌي اٿس. سندس نظر ۾ عقل، عشق ڪان سواءِ بي معنيٰ آهي. انهيءَ ڪري هو عشق کي بادشاهہ ۽ عقل کي ان جو سپاهي سمجهي ٿو ۽ ان کي سندس در جو دربان ٻڌائي ٿو:

عشق شاه است و عقل دربان او
اين سپاهي يک بود سلطان او

عشق بادشاهہ آهي. عقل هن جي اڳيان دربان آهي. عقل صرف هڪڙي ئي بادشاهہ عشق جي اڳيان سپاهي آهي.

(مثنوي "عشق نامہ": ص 12، قاضي علي اڪبر درازي، اتحاد پريس سکر)

درد، عشق سان لازم ۽ ملزوم آهي. "درد نامہ" ۾ چوي ٿو تہ تون مرد آهين، تہ بي درد نہ ٿيءُ، ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن تو کي درد ناهي تہ تون مرده آهين:

بيدرد مباش گر تو مَردي
دردي نہ تراست دان کہ مُردي

جيڪڏهن تون مرد آهين ته بي مرد نه ٿيءُ. جيڪڏهن تو کي درد ناهي ته تون مُرده آهين.

(مثنوي "درد نامہ"، ص 5 قاضي علي اڪبر درازي، اسٽينڊرڊ پريس سکر)

مثنوي "راز نامہ" ۾ "وحدت الوجود" جي فڪر کي ڪيترن ئي مثالن ۽ دليلن ذريعي سمجهايو اٿس. هو چوي ٿو ته هيءَ ڪثرت، وحدت جو ئي پرتوو آهي. ان لاءِ هو مثال ڏئي ٿو، ته سون مان ڪيترائي زيور جڙن ٿا، جن تي مختلف نالا پون ٿا، پر سيني ۾ ساڳيوئي سون آهي.

ڪـز طـلا گردنـد زيـور صـد هـزار
شـد بهـر يـڪ نونـو اسـم وار

سون مان، سوين هزار زيور جُڙن ٿ ا، هڪ ئي سون مان طرحين طرحين جي نالن سان زيور تيار ٿين ٿا.

انهيءَ ڪري هو چوي ٿو، ته وحدت ۽ ڪثرت هڪ آهي:

انـدر همـہ وحـدت بدانـي اي پسـر
ڪثـرت وحـدت يڪـي دان سربسـر

اي پٽ! جيڪڏهن تون سمجهين ته حقيقت ۾ ڪثرت ۽ وحدت سراسر هڪ ئي آهي.

مثنوي وصلت نامہ ۾ انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو اٿس، ته ڪثرت ۽ وحدت کي جدا جدا بہ ڪري نہ سمجھہ. انهيءَ ڪري هو تلقين ڪري ٿو ته دوئي ترڪ ڪر ته تو کي معرفت جي منزل حاصل ٿئي:

دو مبيـن گـر مـرد راهـي اي پسـر
تـا شـوي در راهِ معنـيٰ معتبـر

اي منهنجا پٽ! جيڪڏهن تون مرد آهين ته ٻہ نہ ڏس، ته جيئن توکي معرفت ۾ معتبر مقام حاصل ٿئي.

مثنوين ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي اٿس، ۽ ان سان گڏ اصحاب ڪرام، اولياءَ عظام ۽ سلف صالحين جي توصيف بہ بيان ڪئي اٿس. مثنوي "وحدت نامہ" ۾ چوي ٿو:

مصطفيٰ و مرتضيٰ هر دو يڪي ست
در ابوبڪر و عمر ڪس را شڪي ست

سر احمد بود عثمان در جهان
احمدش گفته رفيقي في الجنان

مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ بئي هڪ آهن ۽ ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ جي يگانگت ۾ شڪ نہ آهي. حضرت عثمان رضہ، دنيا ۾ رسول اڪرمﷺ جو رازدان هو ۽ عقبيٰ (آخرت) جي متعلق بہ حضورﷺ جن فرمايو تہ بهشت ۾ بہ منهنجو رفيق هوندو.

مثنوي "وحدت نامہ" ص 12، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، بار دوم، جنوري 1978ع)

مثنوي "وحدت نامہ" جو فڪري جائزو الڳ ڏنو پيو وڃي.

**اردو شعر:** سچل سائينءَ جا پنجاهہ ڪافي نُما اردو غزل مليا آهن، جيڪي مرزا علي قلي بيگ واري رسالي ۾ سنڌيءَ ۽ سرائڪي ڪلام سان گڏ آيل آهن. ان ڪان پوءِ مولانا حڪيم محمد صادق جي مرتب ڪيل "سرائڪي ڪلام" جي آخر ۾ ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب ۾، سچل سائينءَ جي اردو ڪلام ۾ ردوبدل ڪئي وئي آهي ۽ ان کي جديد اردو غزل جي صورت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. اها ڳالهہ محققن توڙي سچل سائينءَ جي طالبن جي نظر ۾ نامناسب آهي.

اردو ڪلام جي زبان قديم اردو آهي، جيڪا ولي دڪني ۽ ٻين قديم دور جي اردو شاعرن جي شعر جي زبان آهي، جن ۾ سين/سون/سيتي وغيره لفظ ملن ٿا، جيڪي هينئر متروڪ آهن. فني لحاظ ڪان جيتوڻيڪ غزل جي فني تقاضائن جو خيال رکيو ويو آهي، پر ان ۾ ڪافي جو رنگ غالب آهي. مضمون ساڳيو صوفيانو آهي. "وحدت الوجود" ۽ "همہ اوست" جو ذڪر آهي، ۽ نفي ۽ اثبات، فنا ۽ بقا، حال ۽ قال جهڙا باريڪ مسئلا ۽ اسرار و رموز بيان ڪيا ويا آهن. ان ڪان سواءِ حسن و عشق ۽ هجر و وصال جو بيان بہ پر اثر نوع ۾ آندو ويو آهي. جمال جي جلوي جو بيان هڪ هنڌ هن طرح آندو اٿس:

ويکهن سيتي فهم و عقل هم سون اُڈر گيا
وه زلف و پيچ و پيچ سون مستانہ هورها هون
معشوق آج سر چيرا بناکي آيا
مين اس حسنِ شمع پر پروانہ هو رها هون

**سرائڪي ڪلام:** حضرت سچل سرمست سرائڪي زبان جو باڪمال شاعر آهي. سندس سرائڪي ڪلام ۾ فن ۽ فڪر جون خوبيون به آهن، ته ان ۾ زبان ۽ محاوري جون نزاڪتون به نظر اچن ٿيون. سرائڪي زبان جي بلندپايه شاعر حضرت خواجه فريد سندس سرائڪي ڪلام مان استفادو ڪيو آهي. سندس ڪيترين ئي ڪافين ۾ حضرت سچل سرمست جي تتبع ڪيل نظر اچي ٿي. زبان ۽ محاوري جي لحاظ کان به حضرت سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام قابل قدر آهي، ڇاڪاڻ جو منجهس نيٺ ۽ خالصّ سرائڪي لفظ ۽ محاورا نهايت حسن و خوبيءَ سان استعمال ڪيل آهن. اهوئي سبب آهي جو بلاشبه سنڌ ۽ ملتان جي سرائڪي شاعرن جو "سرتاج الشعراءِ" آهي.

سرائڪي ڪلام جو بنيادي مضمون به "وحدت الوجود" آهي. هو چوي ٿو، ته مون ۾ ان ذات جو جلوو آهي. فرمائي ٿو:

ميڏڙي دل وچ يار پٽ ديان پينگهان پايان وو
آپي جهوٽي، آپ جهوٽا وي ڏيندا لوڏي لک هزار

هو "همه اوست" کي نهايت کولي بيان ڪري ٿو، ۽ منصور حلاج ۽ شمس تبريزي کان متاثر نظر اچي ٿو:

اسان ڏي جاڪون لڳڙي، هوائي شمس تبريزي،
اُهين جاتي مئن آيا هان جتان خاصا دي خونريزي،
ويکو منصور کون عشق ڪيتا سردار آويزي،
اتان مئن ره ڳئي مدت آکيا برهاڪ برخيزي،
ويکو يارو عاشقان تي ڪيتي هي عشق انگيزي،
اصل محبوب دي آهي، سچو يه خوب پرويزي.

"اناالحق" جي آواز آلاپڻ جي باوجود عاجزي ۽ انڪساري جو اظهار به ڪري ٿو:

تيڏي در زاري زاري، الله ميڏي آهي آهي،
مئن نماڻي عيبن هاڻي، تار تساڏي تاري تاري،
نال تساڏي روز اول تون، يار اساڏي ياري ياري،
حال اساڏي دي دلبر سائين، سڌ تنا ڪون ساري ساري.

سچل سائينءَ کي سرائڪي زبان تي وڏو عبور حاصل هو. رشيد لاشاري مرحوم صحيح لکيو آهي:

"سچل سرمست کي سرائڪي يا پنجابي تي ايترو عبور حاصل هو، جو زنانا محاورا ۽ زنانا جذبات به اهڙي رنگ سان پيش ڪري ٿو، جو خود اتان جا رهاڪو به ڏندين آڱريون وجهي رهجي وڃن ٿا."

**سنڌي شعر:** سنڌي شعر ۾ حضرت سچل سرمست فن توڙي فڪر جي لحاظ کان عظيم به آهي، ته منفرد به. سنڌي شعر جو بنيادي ۽ اهم مضمون به تصوف آهي. "وحدت الوجود" ۽ "همه اوست" جا مختلف مسئلا نهايت وضاحت سان وڏي بيباڪيءَ سان بيان ڪيا اٿس. ان سان گڏ حُسن و عشق ۽ هجر و وصال جو بيان به پُر اثر ۽ پُر ذرد نوع ۾ بيان ڪيو اٿس. وڇوڙي جا ورلاپ هن طرح بيان ڪري ٿو:

چشمن جي چمڪار، ساهه منهنجو سوگهو ڪيو،
ويهي وانڍ تسي، رئان زاروزار،
هوت اڱڻ اچ هيڪار، اڱڻ آسروند جي.

هن دنيا ۾ اوندهه به آهي، ته سوجهرو به، رات به آهي، ته ڏينهن به، ڏک به آهن ته سک به. سچل سائين زندگيءَ جو فلسفو سمجهائيندي چوي ٿو ته ڏکن مان سک حاصل ٿين ٿا. فرمائي ٿو:

ڏکن منجهان سک، مون تا لڌا جيڏيون،
ڏورينـدي کي ڏک، سونهان ٿيـڙا سچڻا.

اهڙيءَ طرح سچل سائين زندگي ۽ زندگيءَ جي مسئلن ۽ تقاضائن جو تجزيو ڪري، اسان کي سمجهايو آهي ته انسان جي فلاح ۽ بهبود انهيءَ ۾ آهي، ته هو روحانيت جي راهه اختيار ڪري پنهنجي نفساني خواهشن کي ختم ڪري، پنهنجي حقيقت هٿ ڪري. ان کان پوءِ کيس معلوم ٿيندو ته ذات مطلق جو جلوو منجهس ئي آهي. انهيءَ ڪري هو اسان کي تنبيهه ڪري ٿو، ته وحدت ۽ ڪثرت ۾ ويچو نه وجهه. اها ٻيائي ختم ڪر ۽ پنهنجو پاڻ فنا ڪر، ته واحد سان تنهنجو وصال ٿئي:

ٻيائي ٻانهپ ڇڏ، آءُ تون احديت ۾،
لحمئون دمئون لڌ، تان پاڪائي پاڪ ٿئي.

سچل سائين سنڌ ۽ سنڌي تهذيب ۽ تمدن جي تصوير به آندي آهي. قديم زماني ۾ سنڌ، خاص طرح سان ٿر جو دارومدار مينهن تي هوندو هو. مينهن جي وسڪار ۽ ان کان پوءِ سرسبزي ۽ شادابي جي تصوير هن طرح بيان ڪئي اٿس:

عــالم كــي آگاهـــ، ســارنگ كنــدو آئيـــو،
گـرڙ جيئـن گوڙيـون كـري، كـاهيون اچـي كاهـ،
وايـوءَ ســان وارا كــري، نــاهيون اچـــي ناهـــ،
وســايائين وڏ ڦــڙو، واٽـــن تـــي واهـــ واهـــ،
گلذاريـــون ۽ گاهـــ، پٽــن تــي پــڌرا ٿيــا.

روجهہ ٻهاڙي ڳئون آهي. هي جانور بہ مينهن جي ڪري خوش ٿئي ٿو، چاڪاڻ جو مينهن نہ پوندو آهي، تہ ٻاڙي ۽ گاهہ لاءِ پئي واجهائيندي آهي. انهيءَ ڪري مينهن نہ پوڻ جي حالت ۾ پنهنجي جُوءِ ڇڏي ڪنهن وَسنوَ ڏانهن هلي ويندي آهي. وري جڏهن مينهن پوندو آهي، تہ پنهنجي وطن وَرندي آهي. ان جي واپس ورڻ جو ذڪر حضرت سچل سرمست هن طرح ڪيو آهي:

مـــاٺر مينهــــن پيـــانِ، روجهـــان موٽـــي آئيـــون،
اوســـر ســـندا ڏينهـــڙا، وســـري ســـڀ ويـــان،
ٽاٽـــا ٿـــَـــرِ ٿيـــانِ، ڦٽيـــون ڦوڙيـــون گـــڏيون.

سنڌ ۾ ڪانگ ڪي پرينءَ ڏانهن پيغام نيندڙ تصور ڪيو ويندو آهي. حضرت سچل سرمست بہ ڪانگ جو قدر ڪري ٿو، ۽ پکيءَ جا پَرَ موتين سان مرصع ڪرڻ گهري ٿو، چاڪاڻ جو هو ڪيس پرينءَ جو پيغام پهچائي ٿو:

پکـــيءَ ســـندا پـــَــرَ، ڪريـــان مرصـــع موتيـــن،
جـــو آٽـــي عجيبـــن ڏنهـــن، ڏئـــي خـــوب خبـــر،
پيـــنرڙي مـــون پـــَــرَ، شـــال وينـــو ڪـــري وائيـــون.

سچل سائينءَ سنڌ جي رومانوي داستانن جهڙوڪ: سورٺ راءِ ڏياچ، نوري ڄام تماچي، سسئي پنهون ۽ مومل راڻو تي تمثيلي شعر بہ چيو آهي. ان ڪان سواءِ پنجابي رومانوي داستان هير رانجهو جي تمثيل ۾ بہ پنهنجا خيال ۽ جذبات بيان ڪيا آهن. رانجهي جي سير جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

ڇـــڏي چاهـــ چنـــاب جـــو، راوي ڏانهـــن رويـــو
مرليـــون ســـرليون ونجهليـــون، وڄـــائيندو ويـــو،
ٿـــانيڪو ٿيـــو، ســـو نـــانگو نورنـــگ پـــُـــرِ ۾.

هن مان معلوم ٿيندو تہ هو جنهن قصي جي تمثيل آڻي ٿو، ان سان واسطو رکندڙ ماڳ ۽ مڪان، آثار ۽ اهڃاڻ بہ صحيح نموني بيان ڪري ٿو.

مومل راڻي جي قصي سان ڪاڪ، ڪاپڙي، لڏاڻي، راڻي ۽ ڏٿ جو تعلق آهي. اهي ماڳ مڪان ۽ ڪردار هن طرح آڻي ٿو:

ڪاڪ نه ويا ڪاپڙي، نڪي لڏاڻي،
نڪي ڏريا ڏٿ تي، جتي رنگ رکيو راڻي،
تاڪيا تنهن تاڻي، جتي مون تون ناهه ڪا.

سسئيءَ جو ذڪر ڪندي، وندر واري واٽ جا ڏک ۽ ڏاڪڙا هن طرح بيان ڪري ٿو:

وندر جي ئي وٽن ۾، زور ڪري زاري،
چڙهي ويا چپرين، ڏوبڻ هئيءَ ڏاري،
هڪ واڇوڙا واٽ تي، ٻي وسي تي واري،
برهه آهي باري، هيءَ هوتياڻين جو.

نوري ۽ ڄام تماچي ۾ مهاڻن جي رهڻي ڪهڻيءَ جو نقشو هن طرح چٽيو اٿس:

ڏٿ جنين ڏوڙا، ڀورڻ پابوڙا تنين،
پينا وچن تن جا، گپ اندر گوڏا،
سو پٽن جي پينگهن ۾، تن لال ڏئي لوڏا،
اهي آڻيون اوڏا، تو وير وهائي وٽ ۾.

سورٺ راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل جي ساز جي آواز جو اثر هن طرح ظاهر ڪري ٿو:

ڪوتان جاجڪ جان، ڪڏي منگتي مهڙ،
گهر گهر ٻڌي گهوٽ جي، رودن سندي رڙ،
لوڪن لڳي ٻڙ. ٻڌي ٻيجل ٻوليون.

مطلب ته سچل سائينءَ جو شعر فڪر توڙي فن جي لحاظ کان قابل قدر آهي ۽ سنڌي شعر جي ارتقا ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. ڇاڪاڻ جو ان ۾ جدت به آهي، ته انفراديت به. پوين سنڌي شاعرن سچل سائينءَ جي تتبع ڪئي آهي.

---

# سچل جو سَنيهو

سرمست سائين ساجاھ جو شاعر آهي. هو انسان جي شرف ۽ شان جو قائل آهي. سندس ڪلام ۾ رندي ۽ بي باڪي آهي، مستي ۽ ڪيف آهي، انتظاري ۽ بيقراري آهي. ڪڏهن سراپا سونهن آهي، تہ ڪڏهن وري سونهن جي ساراھ ۾ ڏاپي ئي نہ ٿو. ڪڏهن محبوب ۾ محو ٿي محويت ۾ اچي ٿو، تہ ڪڏهن وري محبوب وٽ ملتجي آهي. ڪڏهن ڪائنات جا اسرار و رموز بيباڪيءَ سان بيان ڪري ٿو، تہ ڪڏهن وري حيرت جي مقام ۾ مستغرق آهي، ڪڏهن وڏي واڪي چوي ٿو:

باﻧﻬون ﭘاﻧﺀ ﻣﺮَ ﭘاڻ - توﻧﻬين مالڪ ملڪ جو

ڪڏهن وري غور و فڪر ڪندي، حيرت جي حد ۾ اچي نهايت بيباڪيءَ سان چوي ٿو:

اسين آهيون! ڇا اسين آهيون؟!
بيلي، نہ ٿا ڄاڻون، ڇا اسين آهيون.

هو غور ۽ فڪر جو شاعر آهي، ۽ اعليٰ فڪر پيش ڪري ٿو. سندس سوچ تمام مٿانهين آهي، جنهن ۾ خيال ۽ فڪر جي آزادي آهي، انساني زندگي، مزاج ۽ فطرت جو تجزيو آهي. سندس خيال ۽ فڪر صرف تصوراتي نہ آهي، پر ان جي هڪ عملي صورت پيش ڪندي، تلقين ڪري ٿو ۽ پيغام پهچائي ٿو. پر افسوس جو سندس پيغام کي پرکڻ وارا ڪونهن، انهيءَ ڪري پاڻ چئي ويو آهي:

ڪنهن سان ڪيم نہ ڪل،
جو سودو آندم پاڻ سان.

1. سودو ڪنهن نہ پڇيو، آيس ۾ مشڪل،
2. گران قيمت ڪون سيئي، موٽيا تنهن مهل،
3. ميڙو موزن تي ڪري، عالم ڪئي اچل،
4. حال ڏسي تا هن جو، جيئڙو منجهہ جنجل،
5. ڏوهہ نہ مون کي ڪو ڏيو، پئي خلق منجهہ خلل،
6. "سچو" سرفراز ڪيو، آئي سو عشق اجهل.

حضرت سچل سرمست پنهنجو فڪر ۽ پيغام بيان ڪرڻ وقت ڪيترين جاين تي قرآن شريف جون آيتون بہ مثال طور آنديون آهن، ۽ اُنهن جي صوفيانہ

سمجهائي بہ ڏني آهي. آدم جي تخليق ۽ فطرت تي روشني وجهندي مثنوي "عشق نامہ" ۾ فرمائي ٿو:

1. آن کہ "اِني اعلم" است آگاهہ زد،
هر چو "مالا يعلمون" رمزي شود.
2. هم ظلوماً هم جهولاً کاراوست،
آگهي يا بي از اين فرموده است.
3. از ظلوماً قتل کردن نفس خويش،
از جهولاً بگذرد از خويش و بيش.[1]

مثنوي "عشق نامہ": ص 6، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، اتحاد پريس سکر، سچل سرمست ڪوآپريٽو سوسائٽي، نومبر 1962ع)

معنيٰ: 1. قرآن حڪيم ۾ آدم کي خلقڻ جي سلسلي ۾ الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمايو آهي: "اني اعلم مالا يعلمون" (تحقيق آءٌ اهو ڪجهہ ڄاڻان ٿو جو اوهين نہ ٿا ڄاڻو.) هن بيت ۾ انهيءَ آيت ڏانهن اشارو ڪري سرمست سائين فرمائي ٿو: "اُها رمز مون کي معلوم آهي، جنهن جي اوهان کي خبر ڪانهي."

2. آدم جي فطرت بابت قرآن حڪيم ۾ آيو آهي: "بيشڪ اسان آسمانن، زمينن ۽ جبلن کي پنهنجي امانت پيش ڪئي، تہ انهن ان کي کڻڻ کان انڪار ڪيو، ۽ هو ان کان ڊڄي ويا، ان کي انسان کنيو، بيشڪ هو وڏو ظالم ۽ جاهل آهي."

انهيءَ حقيقت ڏانهن اشارو ڪري سچل سائين فرمائي ٿو: "ظلم ڪرڻ ۽ جهل ڪرڻ سندس ڪم آهي. تون هن جي انهيءَ فرمودي مان واقف ٿيءُ."

3. ظلوماً ما مراد آهي پنهنجي نفس کي مارڻ، جهولاً جو مطلب آهي، پنهنجو پاڻ کي وسارڻ.

ان مان واضح ٿيندو تہ سندس فڪر جو ماخذ قرآن حڪيم ۽ الاهي تصوف آهي. مثنوي "وصلت نامہ" ۾ انهيءَ ڳالهہ جي وضاحت ڪندي ڄاڻايو اٿس، تہ قرآن مجيد هڪ دقيق، ڪامل ۽ مڪمل ڪتاب آهي. ان سان گڏ چيو اٿس تہ: "مون قرآن مجيد جا مختلف تفسير پڙهيا آهن، ۽ قرآني تعليم جي روح کان

[1] مثنوي "عشق نامہ": ص 6، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، نومبر 1962ع

واقف ٿيو آهيان." ان ڪان پوءِ پنهنجي تعليم جو مقصد بيان ڪندي چيو اٿس ته: "سالڪن چيو، ته قرآن ڪريم جو اصل مطلب ۽ مفهوم بيان ڪر." مثنوي وصلت نامہ جا اهي بيت هيٺ ڏجن ٿا:

1. باز قرآن مغلق ست و باڪمال،
تو چہ داني تا چہ گفتہ ذوالجلال.

2. من همہ تفسير قرآن آن خوانده ام،
مغز قرآن را ازان بر خوانده ام.

3. باز فرمودند ره بينان مرا،
تابگويم اصل راؤ مغز را.[1]

**معني:** 1. قرآن مجيد هڪ دقيق، ڪامل ۽ مڪمل ڪتاب آهي. تو ڪي ڪهڙي خبر ته الله تعاليٰ ان ۾ ڇا فرمايو آهي.

2. مون قرآن شريف جا سڀيئي تفسير پڙهيا آهن ۽ ان جو اصل مطلب ۽ مفهوم سمجهيو اٿم.

3. پوءِ، طريقت جي سالڪن مون کي چيو ته مان قرآن شريف جو اصل مطلب ۽ مفهوم بيان ڪريان.

حضرت سچل سائينءَ جي شعر جو مضمون بنيادي طرح ٻن پاڙن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: وحدت الوجود ۽ حسن و عشق. هن هيٺ انهن عنوانن تي سچل سائينءَ جي شعر جي روشنيءَ ۾ بحث ڪجي ٿو:

**وحدت الوجود:** وحدت الوجود صوفياءِ ڪرام جو هڪ اصطلاح آهي، جنهن ۾ حق سبحانہ و تعاليٰ جي توحيد ذاتي ۽ وجودي تي بحث ڪيو ويندو آهي. انهيءَ بحث جو خلاصو هي آهي ته وجود حقيقي فقط هڪ آهي، ۽ اهو حق تعاليٰ جو وجود آهي. ان حقيقت کي لاموجود الا الله چئي واضح ڪيو ويندو آهي. وحدت الوجود جن حقائق جي وضاحت ڪري ٿو، اهي هي آهن:

1. وجود حقيقي هڪ آهي، يعني فقط خدا ئي موجود آهي، ۽ ٻيو ڪجهہ به نہ آهي. هر شيءِ انهيءَ مان آهي، ۽ انهيءَ ۾ آهي، جيئن سمنڊ ۾ لهرون ۽ موجون،

---

[1] مثنوي "وحدت نامہ": ص 16، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، سچل سرمست ڪوآپريٽو سوسائٽي، بار دوم، 1978ع

جن جو وجود حقيقي ناهي، پر اضافي آهي. حقيقت ۾ انهن جو فقط نمود آهي، جيڪو تعين جي ڪري آهي. تعين جو متجڻ، موجن ۽ لهرن جي فنا آهي. تعينات يعني موجون ۽ لهرون متجنديون رهنديون آهن، پر سمنڊ باقي رهندو آهي.

2. وجود حقيقي ئي ذات آهي، ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن اهي ٻئي جدا جدا حقيقتون هجن، ته توحيد انهيءَ مرحلي تي ئي ختم ٿي وڃي.

3. وجود حقيقي هميشه کان آهي ۽ هميشه رهندو.

4. هو واجب الوجود آهي، يعني پنهنجي "هئڻ" ۾ ڪنهن جو محتاج نه آهي. هو پنهنجي ذات ۾ پاڻ قائم آهي، ۽ اهڙيءَ طرح هميشه رهندو.

5. هو واحد ۽ لامحدود آهي. جيڪڏهن ان وانگر ٻيو وجود تسليم ڪيو ويندو، ته وجود حقيقي نه واحد رهندو، نه لامحدود.

6. ان جون ٻه شاخون خاص آهن: تنزيهه ۽ تشبيهه. يعني اهو عالم تنزيهه ۾ موجود آهي، ۽ اهوئي عالم تشبيهه ۾ به جلوه گر آهي.

7. اهو حلول ۽ اتحاد کان پاڪ آهي، ڇاڪاڻ جو ان لاءِ به ٻن وجودن جو تسليم ڪرڻ ضروري ٿيندو.

8. اهو بي مثل آهي، ڇاڪاڻ جو مثل بنجڻ لاءِ به ٻئي وجود کي مڃڻو پوندو.

9. ان جو ضد ڪونهي، ڇاڪاڻ جو ضد لاءِ به ٻئي وجود جو اقرار ڪرڻو پوندو.

10. اهو بي جهت آهي، ڇاڪاڻ ته جهت ۽ پاسي مان به ٻه وجود پيدا ٿين ٿا.

11. عالم جي ڪثرت ان جي احديت يا وحدت جي منافي نه آهي، بلڪ ڪثرت، وحدت مان ئي وجود ورتو آهي. انهيءَ ڪثرت ۽ وحدت ۾ ويڇو ڪبو، ته ٻن وجودن کي تسليم ڪرڻو پوندو. انهيءَ ڪري وحدت ۽ ڪثرت هڪ ڪري ڄاڻجي.

سچل سرمست همه اوست ۽ وحدت الوجود جو وڏو مبلغ آهي، ۽ وڏي واڪي "اناالحق" جو نعرو هڻي ٿو. انهيءَ ڪري ڪيس "سنڌ جو منصور" چيو وڃي ٿو. هو وحدت الوجود تي تمام گهڻو زور ڏئي ٿو ۽ ان کي مختلف ۽ معقول طريقن سان سمجهائي، ذهن نشين ڪرائي ٿو.

انهيءَ ڪري ڪيس "سنڌ جو عطار" سڏيو وڃي ٿو. هو چوي ٿو ته انهيءَ ذات واحد کان سواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ کي حقيقي وجود ڪونهي. هو انهيءَ کي به شرڪ سمجهي ٿو، ته "مان به آهيان، هو به آهي." يعني هر قسم جي شرڪ

ڪان انڪاري آهي، پوءِ اهو شرڪ في الذات هجي يا شرڪ في الصفات هجي، يا شرڪ في الافعال هجي. هو هر هنڌ انهيءَ ذات جو جلوو جاري ۽ ساري محسوس ڪري ٿو. هو سمجهائي ٿو ته انسان جيڪڏهن پنهنجي اصل کي سڃاڻي، ته کيس معلوم ٿيندو ته اها وٿ وٽس ئي آهي. هو ٻڌائي ٿو، ته انسان ۽ ڪائنات جي ڪثرت تي ويچار ڪبو، ته اها حقيقت هٿ ايندي، ته ڪائنات جي هر شيءِ انهيءَ ذات حقيقي جو مظهر آهي. ڪا وٿ به ان کان وانجهيل ڪانهي. "سو پڙاڏو سو سڏ". سچل سائينءَ جي سموري ڪلام جو مول مقصد آهي.

مولانا صوفي عبدالرحمان[1] سنڌي لڪنوي پنهنجي "ڪلمة الحق" ۾ ڪلمہ طيبہ جي مفهوم ۽ مقصد تي نهايت تفصيل ۽ وضاحت سان لکيو آهي، ۽ شرڪ ۽ وحدت الوجود جي حقيقت بيان ڪئي آهي..هو چوي ٿو ته جڏهن اسان ڪلمو پڙهون ٿا، ته ٻيائي يعني شرڪ جلي يا شرڪ في الوجود جو انڪار ڪريون ٿا. يعني اسان تسليم ڪيون ٿا ته اللّٰه تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ جو وجود ڪونهي. اللّٰه تعاليٰ، ڪلمہ طيبہ جي نزول سان هر قسم جي شرڪ کان منع فرمائي آهي. پوءِ اهو شرڪ في الذات هجي، يا شرڪ في الصفات هجي يا شرڪ في الافعال هجي. انهيءَ شرڪ کان بچڻ لاءِ اللّٰه تعاليٰ قرآن حڪيم ۾ واضح طور فرمايو آهي:

"لا شريک لہ". (اللّٰه جو ڪوبہ شريڪ ڪونهي) انهيءَ آيت ۾ شرڪ تي ڪوبہ شرط يا قيد لڳايل نہ آهي. ان جي تشريح اها آهي، تہ شرڪ کان مطلقاً انڪار ڪرڻو آهي. يعني وجود صفات، افعال، آثار، مطلب تہ هر قسم جي شرڪ کان انڪار ڪرڻو آهي. حضرت علامہ عبدالرحمان سنڌي لڪنوي صوفي جي نظر ۾ اهو آهي "وحدت الوجود". حضرت سچل سرمست جي ڪلام ۾ بہ هر هنڌ اهائي تات ۽ تنوار آهي، يعني هر قسم جي دوئيءَ جي نفي ۽ ذات مطلق جو اثبات. ملا نور الدين عبدالرحمان جامي (وفات 1492ع) پنهنجي ڪتاب "لوائح" ۾ لکيو آهي:

---

[1] مولانا صوفي عبدالرحمان سنڌي، اصل ۾ شڪارپور لڳ ڳورو پاهہ جو وينل هو. اسلامي ملڪن کان سواءِ برصغير پاڪ و هند جو سير و سفر ڪيائين، ۽ ڪيترن ئي بزرگن سان ملاقاتون ڪيائين. آخر لکنو جي هڪ مسجد ۾ وڃي رهيو. وفات بہ اتي ڪيائين، ۽ اتي ئي مدفون ٿيو. سندس وفات سنہ 1829ع ۾ ٿي. وڏو عالم، فاضل صوفي هو. وحدت الوجود جو قائل هو.

”اي طالب، توتي لازم آهي تہ پنهنجو پاڻ کي پاڻ کان مخفي رک، ۽ جيڪا هستي ذاتي ۽ حقيقي آهي، انهيءَ ڏانهن مشغول ۽ متوجهہ ٿي. انهيءَ کري موجودات جا جيڪي بہ قسم آهن، ان جي جمال جا جيڪي بہ جلوا آهن، ۽ ڪائنات جا جيڪي بہ جزا آهن، ان جي ڪمال جو آئينو آهي. تون پنهنجي انهيءَ نسبت کي مشق ۽ رياضت سان انهيءَ درجي تائين پهچاءِ، جو اها حقيقي هستي تو ۾ مدغم ٿي وڃي، ۽ خود تنهنجي هستي، تنهنجي نظر کان غائب ٿي وڃي، تان جو تون جيڪڏهن پنهنجو خيال ڪرين تہ عين انهيءَ جو خيال ڪرين ۽ پنهنجو ذڪر ڪرين، تہ عين انهيءَ جو ذڪر ڪرين. مطلب تہ اهڙيءَ طرح هڪ ٿي وڃين، جو اناالحق هو الحق جي حڪم ۾ داخل ٿي وڃين.“

ٻئي هنڌ لکيو اٿس:

”حق تعاليٰ جي حقيقت، ان جي هستي آهي. اهڙي هستي، جنهن ۾ ڪنهن هستيءَ جي گنجائش نہ آهي، نہ ان ۾ تغير ۽ تبدل ۽ امڪان آهي ۽ عدد ۽ گهٽائيءَ جو گمان. سمورين حدن ۽ قيدن کان بالاتر آهي، ۽ عقل ۽ حواس ٻئي ان کي پنهنجيءَ گرفت ۾ آڻڻ کان معذور آهن.

انهيءَ ذات جون صفتون ظاهري طرح تہ غير ذات آهي، پر حقيقت ۾ عين ذات آهن. ملا جامي لکي ٿو:

”عقلي لحاظ کان صفتون بيشڪ ذات کان الڳ آهن، پر تحقيق ۽ حصول جي نڪتہ نگاهہ کان عين ذات آهن. مثلاً عالم انهيءَ ذات جو نالو آهي، جنهن ۾ صفت علم هجي، قادر انهيءَ ذات جو نالو آهي، جنهن ۾ قدرت هجي، مريد انهيءَ ذات جو نالو آهي، جنهن ۾ ارادو هجي: ۽ اهو يقيني آهي، تہ جهڙيءَ طرح اهي صفتون هڪ ٻئي کان جدا آهن، اهڙيءَ طرح ذات کان بہ الڳ آهن. پر ان جي حقيقت تہ عين ذات ۾ ئي آهي، ان کان ٻاهران جو ڪو وجود ڪونهي.“

حضرت عبدالڪريم جيلي پنهنجي ڪتاب ”انسان الڪامل“ ۾ لکيو آهي:

”چاڻڻ گهرجي تہ عظمت هڪ ٻاهہ، علم پاڻي، قوت هوا، ۽ حڪمت مٽي آهي. هي اهڙا عناصر آهن، جن مان تنهنجو جوهر بنيو آهي، ۽ انهيءَ جوهر (يعني ذات يا تنهنجي حقيقت) جا ٻہ پهلو آهن: هڪ ازل ٻيو ابد. ان لاءِ ٻہ وصفون آهن: پهريون حق، ٻيو خلق. ان جون ٻہ صفتون آهن: پهريون قديم، ٻيو حادث. ان جا ٻہ نالا آهن: پهريون رب، ٻيو عبد. ان جون ٻہ صورتون آهن:

پهريون ظاهر، ٻيو باطن. ان جا ٻه حڪم آهن: پهريون هي تہ هو پنهنجي لاءِ مفقود ۽ پنهنجي غير لاءِ موجود آهي، ۽ ٻيو هي تہ هو پنهنجي غير لاءِ مفقود ۽ پنهنجي لاءِ موجود آهي. ان جون ٻہ معرفتون آهن: پهرين هي تہ ڪڏهن وجوبيت ۽ ڪڏهن سلبيت هجي، ۽ ٻي هيءَ تہ پهريائين سلبيت هجي، ۽ ٻي هي تہ پهريائين سلبيت هجي ۽ پوءِ وجوبيت هجي."

ان مان معلوم ٿيندو تہ صوفيائي ڪرام جي نظر ۾ عالـمُ، ذات باري تعالىٰ کان علحده نہ آهي، پر ان ذات مطلق جي مظاهر جو نالو عالـمُ آهي، اهو آهي: "وحدت الوجود". حضرت سچل سرمست بہ انهيءَ فڪر ۽ حقيقت جي وضاحت ڪئي آهي. ان تي ئي زور ڏنو آهي، ۽ ان کي ئي ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ جيئن ٻين بزرگن پنهنجي فڪر جي وضاحت لاءِ قرآن شريف جون آيتون شاهديءَ طور آنديون آهن، تيئن حضرت سچل سرمست بہ اهي آيتون آنديون آهن، جهڙوڪ:

1. هوالاول والاخر والظاهر والباطن: (پ – 27، "الحديد"، آيت – 3)
(اهو ئي اول آهي، اهوئي آخر آهي، اهوئي ظاهر آهي، اهوئي باطن آهي.)

2. كل يوم هو في شان: (پ – 27، "الرحمٰن"، آيت – 29)
(هو هر لمحي هڪ نئين شان ۾ ظاهر آهي.)

3. نحن اقرب اليه من حبل الوريد: (پ – 26، "ق"، آيت – 14)
(اسان ان (ماڻهو) کان ان جي شهہ رڳ کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.)

4. فَاينما تُولو فَثمر وَجهُ الله: (پ – 1، "البقره" – آيت – 115)
(تون جيڏانهن بہ منهن ڪندين، اوڏانهن الله جوئي منهن آهي.)

5. وفي انفسمر افلاتبصرون: (پ – 26 – "الذاريات" – آيت–21)
(۽ توهان ۾ آهي، ۽ توهان ڏسيَ نٿا سگهو.)

وجودي تصوف جو علمبردار ۽ اناالحق جو نعرو هڻندڙ منصور حلاج صوفياءِ ڪرام وٽ تمام گهڻو مشهور آهي. سيني صوفين سندس ذڪر آندو آهي. اسان جو حضرت سچل سرمست، منصور حلاج جي خيال ۽ اعلان سان متفق آهي: چوي ٿو:

جتـــي مـــــاڻهن ميـــڙ، آءُ تتـــي ناهيـــــان،
سســـي سـنباهيان، پڻـــيءَ شـــاهہ حـــلاج جـــي.

شيخ منصور حلاج بيضاوي (وفات 359هه/969ع) مشهور و معروف صوفي ٿي گذريو آهي، ۽ ڪنهن بہ تعارف جو محتاج نہ آهي. سندس نعرو "اناالحق" اڄ تائين توضيح طلب رهيو آهي. فرانسيسي مستشرق "لوئي ميسينر" حلاج بابت مفصل تحقيق ڪئي آهي، ۽ سندس ڪتاب "الطواسين" وڏي تحقيق ڪان پوءِ 1913ع ۾ پيرس مان شايع ڪرايو. ان ۾ حلاج چوي ٿو:

"جيڪڏهن مان پنهنجي وعدي (اناالحق) کان ڦري وڃان، تہ مان بہ بهادريءَ ۽ جوانمرديءَ جي ميدان مان ڪڍيو ويندس."

اڳتي هلي چوي ٿو:

"مون هينئر چيو آهي، تہ حق کي نتا سڃاڻو، تہ ان جي علامتن کي تہ سڃاڻو. ان جي هڪ علامت "مان" آهيان. "اناالحق" (مان حق آهيان يا منهنجو نفس ناطقہ حق آهي) ڇاڪاڻ جو مان هميشہ حق سان گڏ رهيو آهيان."

حضرت سچل سرمست بہ وڏي واڪي "اناالحق" جو نعرو هڻي ٿو:

سوز گداز ۽ غم، مڙوئي معاف ٿيو،
مار دمامين دم، عاشق اناالحق جو.

منصور هڪ هنڌ چوي ٿو:

"حقيقت، حقيقت آهي، ۽ خلقيت خلقيت. خلقيت ترڪ ڪريو، تہ جيئن "هو" بنجي سگهو، ۽ "هو"، "اصل" ۾ اعتبار سان "تون" بنجي وڃي."

حضرت سچل سرمست انهيءَ خيال کي ڪيترين ئي جاين تي آندو آهي. نموني طور ڪجهہ بيت ڏجن ٿا:

"تون"، هين سان، "تون" ليين، "مان" ليان "تو" سان،
"تون"، "هي"، "آءٌ" سڀهين، "لا" ۾ موجودات ٿي.

---

جي تو ڄاتو "پاڻ"، تہ آءٌ بيو ڪو آهيان،
ڪَنڌءِ غرق گمان، ڳهلا انهيءَ ڳالهہ ۾.

"مان" جي حقيقت بيان ڪ .ي منصور چوي ٿو:

"عقل ۽ قياس جا غلامو! ائين نہ مان هينئر "انا" (مان) آهيان، يا ڪڏهن هوس. مان هڪ بي هنر عارف آهيان، ۽ منهنجي هيءَ حالت خالص ۽ بي هنر نہ آهي. جيڪڏهن مان "هو" ۾ رهندس، تہ "انا" نہ رهندي."

حضرت سچل سرمست چوي ٿو:

معلـوم ٿـي مرشـد کـون، ٻـي جـا ڳجهـي ڳالهـ،

هـن جـي ڄـا مجـال، ”هـو“ ليـي ”هـن“ سـان.

حضرت سچل سرمست شيخ عطار کان بہ گهڻو متاثر آهي، ۽ سندس ذکر پنهنجي شعر ۾ ڪيو اٿس. شيخ فريد الدين عطار (وفـات 127هـ / 745ع) پنهنجي ڪتاب ”منطق الطير“ ۾ فرمائي ٿو:

”معرفت باري جي صورت فقط هيءَ آهي، تہ انسان پنهنجي خوديءَ کي هستي مطلق ۾ گم ڪري:

”تو مباش اصلا کمال اين ست و بس

تو درو گم شو وصال اين ست و بس

تـو درو گم شـو صلـوي آن بـود

پرچہ آن نـہ بـود فضـوي آن بـود.“

ترجمو: اصل ڪمال هي آهي، تہ تون پنهنجي هئڻ مان هٿ ڪڍ. تون هن (ذات الاهي) ۾ گم ٿي وڃ ۽ اهو وصال آهي ۽ بس. تنهنجي لاءِ اهو جائز ۽ واجب آهي تہ هن ۾ گم ٿي وڃين، ۽ جي ايئن نہ ٿيو تہ ٻيو سڀ ڪجھ بيڪار آهي.

حضرت سچل سرمست فرمائي ٿو:

”پـاڻ وڃـائج نـور نظـر ۾، تـہ وسـرئي ٻـي آڪـاٽي،

فنـا کـون اڳـي بقـا نـہ ٿينديـن، جيئـن پـارو ۽ پـاٽي،

صـورت منجهـان ٿـي ٻـي صـورت وڃـون گـرد اڏاٽـي.“

وجودي فڪر جو وڏو شارح ۽ فيلسوف شيخ محي الدين ابن عربي (وفات 638 هـ /1240ع) آهي. سندس ٻہ ڪتاب: ”فصوص الحِـڪم“ ۽ ”فتوحات مڪيہ“ مشهور آهن.

حضرت سچل سرمست جو فڪر ابن عربيءَ جي فڪر ۽ شرح سـان بہ مطابقت رکي ٿو. ابن عربي چوي ٿـو تـہ وجود مطلق هڪ آهي. فقط اهوئي موجود آهي. هر ٻي شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالَمُ ۽ الله هڪٻئي جو عين آهن. هو عالم ۽ الله جي ذات ڪي ذات ۽ صفات جي عينيت جي بنا تي تصور ڪري ٿو، يعني جوهر ۽ عرض جي عينيت جي بنا تي. انهيءَ

ڪري هو چوي ٿو، تہ عالــمُ، ان جي صفات جي محض تجلي آهي. سچل سائين اها ڳالهہ هن طرح بيان ڪئي آهي:

صورت ۾ جاءِ دَمَ جي، دَمَ رِيءَ نہ صورت ڪم جي،
دَمَ ۾ جا لذت غم جي، وهہ واهہ ڳالهہ خاصي.

---

آهي بي نام و نشان، سر انهيءَ جو ناهي امڪان،
طرحين طرحين پوشاڪان پهريئين، ڪل يوم هُوَ في شان،
ظاهر ذات صفات سهي، ڪر سِرِي سِرُه انسان.

---

آهيان آءٌ اسرار، جيڏيون مون کي ڪير ٿيون پانيو،
آيس هن عالــمَ ۾ ٻاري چاڙهي ٻارُ،
آڻيو صدق يقين سان اديون ڙي اعتبارُ،
نوري ناري ناهيان، آهيان رَبُ جبارُ.

پوئين مصرع جو اهو مطلب نہ آهي، تہ هو پاڻ کي الله سڏائي ٿو. حقيقت اها آهي تہ هو پنهنجي نفي ڪري ٿو. ۽ صفات جي حقيقت کي تسليم نٿو ڪري. منصور حلاج بہ ائين ئي چيو آهي:

"جنهن چيو، تہ مان ذات کي ان جي صفتن مان سڃاتو، انهيءَ صانع کي ڇڏي صنعت تي اڪتفا ڪئي."

حضرت سچل سرمست جي خيال ۾ هر ڪنهن شيءِ ان ذات مطلق جو اولڙو آهي، انهيءَ ڪري صفات يا ڪثرت جو حقيقي وجود آهي ئي نہ. يعني ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي، فقط اهوئي آهي. اهوئي سبب آهي جو هو چوي ٿو، تہ مان تہ آهيان ئي نہ، آهي ئي اهو. "نوري ناري ناهيان" جو مطلب آهي، تہ نور ۽ نار جي ڪا جدا حقيقت ڪانهي، پر ذات جون صفات آهن. صفات جيئن تہ ذات جو عين آهي، انهيءَ ڪري هو چوي ٿو، "نور ۽ نار سان منهنجو ڪو واسطو ڪونهي، پر مون ۾ انهيءَ ذات جو جلوو جاري ۽ ساري آهي." يعني هو جڏهن پنهنجو پاڻ فنا ڪري ٿو، تڏهن ڪيس فقط اهائي ذات نظر اچي ٿي. انهيءَ حالت ۾ ڪيفيت ۾ هو بي اختيار ٿي چوي ٿو:

"نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار."

فنا جو مطلب آهي، تہ انسان پنهنجي انفراديت ختم ڪري، ذات مطلق اندر سمائجي، وحدانيت جي تڪميل ڪري. حضرت جنيد بغدادي فناجا ٽي درجا بيان ڪيا آهن:

پهرين قسم جي فنا هيءَ آهي، تہ طالب پنهنجي صفات اخلاق ۽ مزاج جي قيد ڪان آزاد ٿي وڃي، ٻي قسم جي فنا هيءَ آهي، تہ طالب پنهنجي نفس جي لذت ڪان بلڪل دست بردار ٿي وڃي. فنا جو ٽيون قسم هي آهي، تہ طالب تي رباني تجليات جو ايڏو غلبو ٿي وڃي، جو سندس موجود وجود جي حقيقت سندس اکين ڪان اوجهل ٿي وڃي.

حضرت جنيد ٽين درجي جي فنا جي وضاحت ڪندي چيو آهي، تہ هن درجي جو مقصد آهي، تہ انسان انهيءَ شعور ڪان بہ عاري ٿي وڃ ي، تہ هو "روياي حق" جي مقام تي پهچي چڪو آهي. وذيڪ سمجهايو اٿس، تہ فنا ان وقت طاري ٿئي ٿي، جڏهن هڪ عابد تي ذات الاهي پوري طرح ڇانئجي وڃي ٿي، سندس چوڌاري احاطو ڪري ٿي، ۽ ان تي پوريءَ طرح فتحياب ٿي وڃي ٿي. اهڙيءَ حالت ۾ جيتوڻيڪ ان جي چوڌاري رهندڙ انسانن لاءِ ان جو جسماني وجود ۽ ظاهري هيئت باقي رهي ٿي، پر ان جي انفراديت بلڪل فنا ٿي وڃي ٿي. هن جي اندر هن جو الڳ وجود باقي نٿو رهي. حضرت سچل سرمست تي اها ڪيفيت طاري هئي، ۽ سندس ڪلام انهيءَ حالت ۽ ڪيفيت جي ترجماني ڪري ٿو:

ايريو آفتاب، جهليو تارن هڏ نہ تاب
گوشا ويا، ٿي گم سي.

—

ڏنو تماشو تيغ جو ڪوہن ڪنڌ ڪپائي.

—

جيڪي هيڙس جيڏيون، ساڳي آءُ ٿيو،
پاڻهي پنهل آهيان، ڇاٽي ڪونہ ٻيو،
ظاهر منهنجي ذات ڪي، ڪيچن پاڻ ڪيو،
"سچو" سارو سچ ٿيو، وڃئون ورهہ وئو.

"وحدت الوجود" جي فڪر جي سلسلي ۾ تنزيہ ۽ تشبيهہ جو مسئلو بہ اچي ٿو. تشبيهہ جي لفظي معنيٰ آهي مشابهت ڏيڻ. علم الڪلام جي اصطلاح

۾ معنيٰ آهي خالق کي مخلوق جي صفات سان متصف ڪرڻ. تنزيہ جي معنيٰ آهي پاڪ ڪرڻ. علم الڪلام جي اصطلاح ۾ هي لفظ انهيءَ مفهوم کي ظاهر ڪري ٿو، تہ مخلوق جي صفات، خدا جي ذات ۾ نٿي ڪري سگهجي.

ابن عربي تنزيہ محض يا تشبيهہ محض ٻنهي جو اقرار ڪري ٿو، ڇاڪاڻ جو ٻنهي تصورن جي تقاضا آهي: اثنيت موجودات. هو ان کي هن طرح بيان ڪري ٿو، تہ جيڪڏهن جدا جدا اثبات تنزيہ محض يا تشبيهہ محض سان ڪيو وڃي، تہ ان جي اطلاق جي نفي ٿي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري توحيد جو اثبات تنزيہ ۽ تشبيهہ ٻنهي سان ڪرڻ گهرجي. حضرت سچل سرمست بہ انهيءَ خيال جو قائل آهي. تشبيهہ محض جو اقرار ڪندي چوي ٿو:

ڪاٿيئن ملا قاضي تون، ڪاٿيئن سيد سڏائين ٿو،
ڪاٿيئن مُغ برهمڻ تون، ڪاٿيئن بانگ ٻڌائين ٿو،
ڪاٿيئن منهن ۾ محراب، ڪاٿيئن تلڪ لائين ٿو،
ڪاٿيئن تسبيحان ٿو سورين، ڪاٿيئن جٽيا پائين ٿو.

ٻئي هنڌ تنزيه محض يا تشبيهہ محض ٻنهي جو اقرار ڪري ٿو:

ذاتيءَ منجهہ ذات ڇپائي، بازي يار بنائي،
هادي حقيقت حال جي، مون کي ساري سڻائي،
سڀ ڪنهن ۾ سڄڻن، نوبت نينهن وڄائي،
ڪاٿيئن انالحق جي، تن چوٽ تہ چلائي،
"انااحمد بلاميم"، اها معنيٰ مڙيائي،
ڪاٿيئن مسيتين ۾، ٿيو خاصو خدائي،
موتي مڙهين وچ ۾، تنهن مالها ڦيرائي،
اندر ٻاهر هڪڙو، آهي صورت سيائي،
ڳالهہ نہ سمجهڻ جهڙي، پر سيا سمجهائي،
ڪافر مومن هڪڙو، "سچو" ٻوڙج ٻيائي.

"وحدت الوجود" جو فڪر سمجهائڻ ۽ ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ پنهنجي شعر ۾ ڪيترائي دليل ۽ مثال ڏنا اٿس. خاص طرح سان فارسي شعر ۾ دليلن ذريعي هي مسئلو سمجهائڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي اٿس. "ديوان آشڪار" جي هينين بيتن ۾ الف جو مثال ڏنو اٿس. جيئن هڪ الف مان سوين

حرف ٻڌجن ٿا، تيئن وحدت مان ڪثرت وجود ورتو آهي. ان ڪان پوءِ آئيني جو مثال ڏنو اٿس، تہ جهڙيءَ طرح آئيني ۾ پنهنجي تصوير ڏسي سگهجي ٿي، اهڙيءَ طرح پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسبو، تہ ان ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري نظر ايندو:

1. زنــا چيــزي شــد يــک چيــز پيــدا،
ڪــہ او در هــر دو عـــالم شــد هويــدا.

2. تــرا در حــرف مــي بــايد تصـــور،
بــود از يــک الــف صــد حــرف معنــيٰ.

3. هـر آن ڪـہ اصـل خـود رامـي شناسـد،
شــــود آگـــاه او ار ايـــن معمـــا.

4. توئـــــي آئينــــــ اوآئينـــــ آران،
ڪـــہ از آئينـــہ باشـــد روي بنمـــا.

(ديوان آشڪار: جلد:1، ص 36، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي نومبر 1981ع)

معنيٰ: 1. عدم مان هڪ شيءِ وجود ۾ آئي، ۽ اها ٻنهي جهانن ۾ ظهور پذير ٿي ويئي.

2. تون حرف ڪي پنهنجي تصور ۾ آڻ. هڪ الف مان معنيٰ جا سوين حرف ٻنجن ٿا.

3. جيڪو شخص پنهنجي اصليت ڪان واقف آهي، اهوئي هن معمي جو مطلب سمجهي سگهي ٿو.

4. تون آئينو آهين، ۽ هو اُهوئي آهي جو آئيني ۾ نظر اچي ٿو، ۽ آئينو انهيءَ لاءِ هوندو آهي، تہ ان ۾ صورت ڏني وڃي.

مثنوي "رهبر نامہ" ۾ اها ڳالهہ درياهہ ۽ ڇوليءَ جو مثال ڏئي سمجهائي اٿس. فرمائي ٿو:

1. مــوج ز دريـــاي چـــو بيـــرون فتـــاد،
بـــر طـــرف دشـــت چـــُـنان رُو نهـــاد.

2. دشـــت همـــہ ســـيل دريـــا شـــود،
بعـــد ازان ســـبزه صحـــرا بـــود.

3. گــر نـــ زنــد مـــوج همـــان آب كـــو،

تاكـــــ بصحـــــرا رخ ســــــيلاب او.[1]

**معنيٰ:** 1. جڏهن ڇولي درياهہ کان ٻاهر اٿلي، تڏهن بيابان جو رخ اهڙي طرح سان ڪيائين جو.

2. سڄو بيابان درياهہ جي وهڪري هيٺ اچي ويو. انهيءَ کان پوءِ بيابان سرسبز ٿي ويو.

3. جيڪڏهن درياهہ اهڙيءَ طرح لهرون نہ هڻي ها، تہ هيءَ سيلاب جو رخ بيابان طرف ڪيئن ٿئي ها؟

مثنوي "وحدت نامہ" ۾ پنهنجي سرمستيءَ جي ڪيفيت بيان ڪندي فرمائي ٿو:

1. دل را نيســـت قـــراري، بـــد لم هســـت شـــراري،

پـــس از و عاشـــق گشـــتم.

در ميخانـــ بـــر فتـــم، تـــازِ مســـجد بگذشـــتم،

رشتۀ تسبيح گـُســـِـشتم.

2. چـ كنـم حـالت مسـتم، گـَـہ بـالا گـَـہِ پسـتم،

بخلائـــق بـــد نـــامم.

خـاص هسـتم نـــ عـامم، نـــ جمـاعت ز امـامم،

كـــردم از زهـــد ســلامم.[2]

3. درد و عشـــقش انعـــامم، راهِ توحيـــد مقـــامم،

در رَهِ عشـــق چـــ چـــاره.

زدم از عشـــق نقـــاره، دل ماپـــاره پـــاره،

ز ســبب خــاص قطـــاره.[3]

معنيٰ: 1. دل کي قرار ڪونهي، ان ۾ الا ٽا پڙڪن، ۽ اهوئي منهنجي عاشق هجڻ جو سبب آهي. ميخاني ويندي جڏهن مسجد وٽان لنگهيس تہ تسبيح ڇني ڇڏيم.

---

[1] مثنوي "رهبر نامہ": ص 16، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، جنوري 1964ع

[2] مثنوي "رهبر نامہ": ص 4 -6.

[3] مثنوي "وحدت نامہ": ص ص 4-6، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، جنوري 1964ع

2. مان پنهنجي سرمستيءَ جي ڪهڙي ڪيفيت بيان ڪريان. ڪڏهن بلنديءَ تي آهيان، تہ ڪڏهن پستيءَ تي آهيان. ماڻهن ۾ بدنام ٿيس. نہ خاص ماڻهن ۾ شمار ٿيان ٿو، نہ عوام ۾. نہ مقتدي آهيان، نہ امام. پر زهد کي بهرحال مون ترڪ ڪري ڇڏيو آهي.

3. مون کي انعام ۾، هن جو عشق ۽ درد مليو آهي ۽ منهنجو مقام (منزل مقصود) سندس وحدانيت جي راهہ آهي، عشق جي راهہ ۾ انهيءَ ڪان سواءِ ٻي ڪابہ واٽ نہ آهي. مون عشق جو بگل وڄايو، دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي ۽ انهيءَ ڪري منهنجو شمار خاص ماڻهن ۾ ٿيڻ لڳو آهي.

"تار نامہ" ۾ وجودي فڪر کي سمجهائڻ لاءِ تار جي آتم ڪهاڻي بيان ڪئي اٿس: جنهن ۾ تار پنهنجي اصلي حقيقت ۽ موجوده حالت بيان ڪري رهي آهي. اهڙيءَ طرح سمجهايو اٿس، تہ هن ڪثرت ۾ انهيءَ ئي ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آهي. فرمائي ٿو:

1. جسم طنبور است و تار چون زبان،
مي كند اسرار مولىٰ راعيان.

2. تار جان است قلب را طنبور دان،
هست زا نگشت سراينده بيان.

3. اين حقيقت تار چون كردم تمام،
صبر خود خود شُدز گفتن و السلام.

معنيٰ: 1. جسم طنبورو آهي، ۽ تار زبان جي مثل آهي، جيڪا الله جا لڪل راز بيان ڪري ٿي.

2. تار جان آهي، ۽ دل طنبورو آهي، جا آڱر جي اشاري سان ٻڌائي ٿي.

3. اها حقيقت جڏهن تار پوري ڪئي، تہ پوءِ خود بخود صبر ۾ اچي ويئي، وڌيڪ سلام.

"مثنوي گداز نامہ" ۾ بہ وحدت الوجود جو مسئلو دليلن سان ثابت ڪيو ويو آهي. هڪ دليل هيٺ ڏجي ٿو، جيڪو برف جي ڳرڻ ۽ پاڻيءَ جي اصليت بابت آهي:

1. برف آرد روي بسوي آفتاب،
مي گدازد محو گردد گشت آب.

2. اصـــل آن آب اســـت آب بـــرف،
بـرف آن آب اسـت بشـنو ايـن صـرف.

3. چـون هسـتي خـود بيـايد بـرف گشـت،
چـون گـداز بـرف از هسـتي برفـت.

4. صـد تـصرف زد شـد بعـد از گـداز،
گشـت كـار او سـبزه هـاكرده فـراز.[1]

معنيٰ: 1. برف جڏهن سج ڏانهن تي منهن ڪري، تہ ڳري وڃي ٿي ۽ پاڻي ٿيو پوي.

2. اصل اهو پاڻي هو، جنهن مان برف ٺهي. برف اهو ساڳيو پاڻي آهي. هيءُ لفظ سمجهہ.

3. جڏهن هئڻ ۾ آئي، تہ برف ٿي ۽ جڏهن وري ڳري ويئي، تہ هن جي هستي هلي ويئي.

4. ڳرڻ کان پوءِ هن مان سوين ڪم ٿيا. انِ مان ڪي ئي ڪيتيون ۽ سبزيون آباد ٿيون.

اهو مسئلو سمجهائڻ سان گڏ انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏنو اٿس، تہ ٿون حقيقت ۾ ڪجهہ بہ نہ آهين، پر انهيءَ ڪُل جو جز آهين. انهيءَ ڪري تو کي پنهنجو وجود وساري انهيءَ ذات مطلق ۾ ملي هڪ ٿي وڃڻ گهرجي، يعني فنا کان پوءِ ئي تون بقا جي منزل ماڻيندين. مثنوي "راز نامہ" ۾ اها ڳالهہ نهايت وضاحت سان سمجهائي اٿس. هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

1. از وجـــودت بـــاش كلـــي بـــي خبـــر،
خيـال خـود راهـم بيـاري در نظـر.

2. در نگـــاهم ديـــد خـــود را محـــو كـــن،
تـا رسـي دربـار گاهـ ذوالمنـن.

3. از دريچـــۂ ديدهـــا بيـــرون بيـــا،
تاشـوي در هـر دو عـالم بادشـاه.

---

[1] مثنوي "گداز نامہ": علي اڪبر درازي، ص 24، مطبوعہ اتحاد پريس سکر، 1963ع

4. جسـم را گم ساز ديده را شناس،

ايـن حقيقـت بيـايد در قيـاس.

معنيٰ: 1. پنهنجي وجود کان تون بي خبر رهه، ۽ پنهنجي خيال کي نظر ۾ رک.

2. پنهنجي نگاهه ۾ پاڻ کي محو ڪري ڇڏ تہ تون الله جي حضور ۾ پهچي سگهين.

3. ظاهري نگاهه جي دري کان ٻاهر اچ، تہ ٻنهي جهانن جو تون بادشاه ٿئين.

4. جسم کي گم ڪر ۽ نظر کي سڃاڻ، اها حقيقت، تو کي پنهنجي فکر ۾ رکڻ گهرجي.

نثري تحرير "نڪتہ تصوف" ۾ طالب کي تلقين ڪندي ڪيس سڀ کان پهريائين اهائي ڳالهہ ذهن نشين ڪرائي اٿس. فرمايو اٿس:

"حق جي طالب کي گهرجي تہ پنهنجي صفتن کي فنا ڪري، الله جي صفتن سان بقا جو وجود ماڻي، ۽ خودي (پاٽپٽو) جي وڻ کي پاڙان پٽي ڪڍي."

پاٽپٽي جي پٽڻ، حقيقي عشق ۽ درد کان سواءِ ممڪن نہ آهي. انهيءَ ڪري عشق، درد ۽ سوز تي تمام گهڻو زور ڏنو اٿس. مثنوي "درد نامہ" ۾ سمجهايو اٿس:

1. ايـن درد بـود همـه سـعادت،

ايـن درد شـده همـه هدايـت.

2. ايـن درد قطـع کنـد منـازل،

شـد در دو جهـان عشـق نـازل.

3. کـم ميکنـد و غـرور شـاهي،

چہ چترو چہ تخت وچہ مـُـباهي.[1]

معنيٰ: 1. اهو درد سمورو نيڪ بختي جي نشاني آهي. انهيءَ درد ۾ سموري هدايت سمايل آهي.

2. اهو درد سڀ منزلون طيءِ ڪرائي ٿو. ٻنهي جهانن ۾ عشق عطا ڪري ٿو.

3. اهو بادشاهي غرور گم ڪري ٿو. تاج، تخت ۽ غرور کي هٽائي ٿو.

---

[1] مثنوي "درد نامہ": ص 3. مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي خيرپور، جنوري 1963ع

اهڙيءَ طرح "وحدت الوجود" جو فڪر نهايت وضاحت سان سمجهايو اٿس، ۽ مثال ۽ دليل ڏئي ذهن نشين ڪرايو اٿس. انتخاب ۾ به جدا جدا صنفن مان ڪجهه ڪلام ڏنو ويو آهي، جيڪو سندس فڪر ۽ پيغام جي پوري پوري وضاحت ڪري ٿو.

مطلب ته حضرت سچل سرمست انسان کي خود فريبيءَ مان ڪڍي، خودشناسيءَ جو سبق ڏئي ٿو، احساس ڪمتريءَ کان بچائي، انسان کي پنهنجو حقيقي شرف ۽ شان سمجهائي ٿو. هو حڪيمانه انداز ۾ جز ۽ ڪل جي حقيقت ذهن نشين ڪرائي ٿو، انسان کي سندس منزل ۽ مقصود سمجهائي ٿو. هو وڏي جرات ۽ بيباڪي سان حقيقت تان پردو ڪڍي ٿو. جهڙي جرئت، مستي، جوش ۽ بيباڪي سچل سرمست جي ڪلام ۾ آهي، اهڙي ٻئي ڪنهن به شاعر جي ڪلام ۾ نه ملندي. هو انسان کي وڏي واڪي سڏي، جهنجهوڙي، جاڳائي اعليٰ منزل تي پهچائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. سندس ڪلام، زندگيءَ جو تفسير به آهي، ته تعبير به آهي. هن سوري ۽ سينگار، مئي ۽ مستي، وحدت ۽ ڪثرت، نفي ۽ اثبات جي مختصر لفظن ۾ زندگيءَ جي سمورن رازن کي سموهي ۽ سمائي هڪ نصب العين جي نشاندهي ڪئي آهي. اهوئي سبب آهي جو سندس ڪلام زندگيءَ جو آئينو به آهي، ته زندگيءَ جو تفسير به آهي، ۽ ان سان گڏ اعليٰ ۽ ارفع زندگيءَ لاءِ هڪ پيغام به آهي.

---

# وحدت نامہ

سچل سرمست جي سنيهي جو مول متو "وحدانيت" آهي. هو مختلف طريقن سان توحيد جو عقيدو ذهن نشين ڪرائي ٿو. "وحدت نامہ" ۾ سڄو زور توحيد جي سمجهائڻ تي ڏنو اٿس، ۽ "وحدت الوجود" جي فڪر کي دليلن ۽ تمثيلن ذريعي واضح ڪيو اٿس. انهيءَ ڪري هت سندس سنيهي جي چٽائي لاءِ "وحدت نامہ" جو مطالعو ۽ فڪري جائزو پيش ڪجي ٿو:

سچل سائينءَ جي ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن هڪ مقصد کي سامهون رکي شعر چيو آهي، ۽ پنهنجي ڪلام کي "سنيهو"" سڏيو آهي. البت ائين بہ چيو اٿس تہ اهو عام ماڻهن لاءِ نہ آهي، ڇاڪاڻ جو انهن جو ذهن ان جي گهرائين تائين پهچي نہ ٿو سگهي. فرمائين ٿا:

چند گوئيم ڪلامي، تم سازيم تمامي،
فهم بفهم پيامي، خواص خواند نہ عوامي،
تا ازين نامہ و نامي، اين خدائي است غلامي.[1]

[ان کان وڌيڪ مان ڇا چوان؟ مان تہ سڀ ڪجهہ چئي چڪو آهيان. تون منهنجي پيغام کي سمجهہ. منهنجو پيغام، خاص ماڻهن جي پڙهڻ لائق آهي، عوام لاءِ نہ آهي. هيءَ دنيا قيد خانو آهي.]

هونئن تہ حضرت سچل سائينءَ جو سمورو ڪلام تصوف جي اسرار و رموز جي وضاحت ۾ آهي، پر هن مثنويءَ ۾ خاص طور تي "وحدت الوجود" کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. فارسيءَ کان سواءِ، سنڌي ڪلام ۾ بہ "وحدت نامو" آهي. فارسي مثنوي "وحدت نامہ" هن بيت سان شروع ٿئي ٿو:

جلوۀ حسن پديدار، تجلي در و ديوار،
درون بيرون دلدار، بہ هر ذره ديدار:
عيانست همہ اسرار، من و ما اي بگذار. (ص 2)

[حُسن جو جلوو ظهور پذير ٿيو، جنهن جي تجلي درو ديوار هر ذري ۾ ڏسي سگهجي ٿي. سمورا راز بي نقاب (ظاهر) ٿي چڪا آهن. تون "مان" ۽ "اسان"، کي ڇڏي ڏي] جو تہ، ذات مطلق جو جلوو هر شيءِ مان عيان آهي.

---

[1] مثنوي "وحدت نامہ": ص 18، مرتب: قاضي علي اڪبر درازي، سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي، خيرپور ڊسمبر 1964ع

"وحدت نامہ" سنڌيءَ جي شروع ۾ بيت هي آهي:

اول پيـــري پيـــچ، جـــي بنـــد خيـــالات جـــا،
تنهـــن پڇاڻـــا وچ، حلاجـــي حيـــرت ۾.

حضرت سچل سرمست وحدت الوجودي صوفي هو، ۽ منصور حلاج جي نظريہ جو قائل هو. سندن نظر ۾ منصور جو نظريو اهو شراب آهي، جنهن جي خمار سان ظاهري پردا پري ٿي وڃن ٿا، ۽ دوئيءَ مان نجات ملي وڃي ٿي:

شـراب ايـن منصـوري، از و شـد مخمـوري،
محو شد ڪنز و قدوري، ڪشف القلوب و قبوري،
بـود ايـن همـہ مـزدوري، بـر هديـر ز دوري. (ص 2)

[منصوري شراب اهو ئي آهي ۽ هي ان جو خمار آهي، جنهن سان "ڪنز" ۽ "قدوري" محو ٿي چڪا آهن. "ڪشف القلوب" ۽ "ڪشف القبور" تہ فقط هڪ مزدوري آهي. اسان دوريءَ کان نجات حاصل ڪئي آهي.]

"ڪنز" ۽ "قدوري" فقہ جا ڪتاب آهن. سچل سائينءَ جي نظر ۾ حقيقي عشق، ظاهري علم جي دليلن ۽ صحبتن کي بلڪل ختم ڪري ڇڏي ٿو. سندن مٿئين بيت مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو، تہ "ڪشف" ۽ "ڪرامت"، تصوف جي راهہ ۾ ڪابہ اهميت نہ ٿا رکن. سندن سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام مان بہ اهائي ڳالهہ واضح ٿئي ٿي.

تصوف جي رستي ۾ فنا کي نهايت اهم مقام حاصل آهي. نہ فقط ايترو، پر پهريون مقام ئي فنا جو آهي. "وحدت نامہ" فارسيءَ ۾ سچل سائينءَ خود پنهنجي ڪيفيت هن طرح بيان ڪئي آهي:

حقاڪہ از خود رستيم، سخن راست گفتيم،
اَشڪ از ديـده روانم، ڪنـم از درد بيـانم،
نـہ هميـم نـہ همـانم، همـہ سـر سبحانم. (ص 2)

[بيشڪ اسان پنهنجو پاڻ کان آزادي حاصل ڪئي آهي ۽ هيءَ سچي ڳالهہ چئي آهي. منهنجي اکين مان ڳوڙها جاري آهن، ۽ مان پنهنجو درد بيان ڪري رهيو آهيان. مان نہ هي آهيان ۽ نہ هو آهيان، بلڪ سراپا الاهي راز آهيان.] - يعني فنا کان پوءِ ئي سراپا راز الاهي بنجي ويا.

ٻڌي هنڌ فرمائين ٿا، تہ مان خوديءَ کان آزادي حاصل ڪرڻ کان پوءِ ئي هميشہ وصال جي حالت ۾ آهيان:

ڪزمن ما اي رستي، ز مذاهب بگذشتي،
عجب اين است خيالم، بود اين قيل و مقالم،
دائما هست وصالم، جسم و جان وبالم. (ص 2-4)

[تون "مان" ۽ "اسان" يعني، خوديءَ مان آزادي حاصل ڪئي. مذهبن کان اڳتي نڪري وئين. منهنجو هي خيال آهي تہ انوکو. پر اصل ڳالهہ اها آهي تہ مان هميشہ وصال ۾ آهيان. هي جسم ۽ جان مون لاءِ وبال آهي.]

هن وسيع ڪائنات ۾ ڪنهن بہ شيءِ کي حقيقي وجود نہ آهي. وجود مطلق فقط هڪ آهي - يعني وحدت ئي وحدت آهي، ڪثرت عارضي آهي. انهيءَ ڪري سموريون صورتون خيالي آهن. طالب کي گهرجي، تہ ان راز کي سمجهي، دوئيءَ کي دور ڪري ۽ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪري. ان کان پوءِ ئي ڪيس هميشہ لاءِ حق جو وصال حاصل ٿيندو، ۽ بقا جي مقام تي پهچي ويندو. حضرت سرمست فرمائي ٿو:

نہ ڪسي داند حالم، هست موهوم اشڪالم،
هر ڪجا او، تو ڪجائي، بگذري از من و ما اي،
گر بہ بحر عدم آيي، نہ فنا اي بہ بقا اي

[منهنجي حال جي خبر ڪنهن کي بہ نہ آهي. سڀ صورتون خيالي آهن. هر جڳهہ اهوئي آهي. تون ڪٿي آهين؟ خوديءَ کي ڇڏي اڳتي وڌي وڃ. تون جيڪڏهن پنهنجو پاڻ کي نابودي جي سمنڊ ۾ آڻيندين، تہ فاني نہ ٿيندين، بلڪ بقا حاصل ڪندين.]

جوش ۽ مستي ئي انهيءَ اسرار کي کولي سگهي ٿي. ان کان سواءِ طالب جي ڪاميابي ناممڪن آهي. جوش ۽ مَستي وري عشق حقيقي جي ذريعي ئي اچي سگهي ٿي. فرمائين ٿا:

تو بيايي بجوشي، خلعتِ عشق بپوشي،
بسرم هست خماري، ڪہ عيان شد اسراري،
موج مستي بڪناري، برساند يڪباري. (ص 4)

[جوش ۾ اچ، عشق جي پوشاڪ پاءِ. منهنجي دماغ ۾ اهڙو خمار آهي، جنهن جا اسرار کلن ٿا. هيءَ موج ۽ مستي، آخر هڪ دفعي منزل مقصود تائين پهچائي ڇڏيندي.]

سچل سائينءَ پنهنجي سرمستيءَ جي ڪيفيت هن طرح بيان ڪئي آهي:

چہ کنم حالت مستم، گـَہ بالا گـَہ پـَستم،
بخلائق بد نامم، خاص هستم نہ عامم،
نہ جماعت نہ امامم، کردم از زهد سلامم. (ص 4)

[مان پنهنجي سرمستيءَ جي ڪيفيت ڪهڙي بيان ڪريان. ڪڏهن بلنديءَ تي آهيان، ڪڏهن هيٺانهينءَ ۾ آهيان. ماڻهن ۾ بدنام ٿيس. نہ خاص ماڻهن ۾ شمار ٿيان ٿو، نہ عام ماڻهن ۾ ليکيو وڃان ٿو. نہ مقتدي آهيان، نہ امام ئي آهيان. پر زهد کي مون سلام (ترڪ) ڪري ڇڏيو آهي.]

درد عشق انعامم، راه توحيد مقامم،
دردِ عشق چہ چاره، زدم از عشق نقاره،
دل ما پاره پاره، ز سبب خاص قطاره. (ص 4-6)

[ عشق جو درد منهنجو انعام آهي. وحدت جي راهہ منهنجي منزل مقصود آهي. عشق جي درد جو ڪوبہ علاج نہ آهي. مون عشق جو بـَگل وڄايو، اسان جي دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي، انهيءَ ڪري ئي منهنجو شمار خواص مان ٿيڻ لڳو.]

ان مان معلوم ٿيندو، تہ حقيقي عشق جي انتهائي منزل سرمستيءَ واري ڪيفيت آهي. حضرت سچل سرمست جي نظر ۾ انهيءَ عشق جي ئي ذريعي ذاتِ مطلق جي سواءِ ٻين سڀني شين کان قطع تعلق ٿي وڃي ٿو، ۽ طالب فنا جي مقام تائين پهچي وڃي ٿو:

عشق دوڪار بداند، اول از خود برهاند،
سر بشمشير بـُراند، جز خدا هيچ نماند،
بس بہ محبوب رساند، غير خيالات براند. (ص 16)

[عشق ٻہ ڪم ڪري ٿو: پهريون اهو تہ پنهنجو پاڻ کان آزادي ڏياري ٿو، ۽ ٻيو اهو تہ تلوار سان سر وڍي ٿو. تان جو الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻي ڪابہ شيءِ باقي نہ ٿي رهي. ان کان پوءِ محبوب سان ملائي ٿو، ٻيا سمورا غير خيال دل مان ڪڍي ڇڏي ٿو.]

پر عشق آسان نہ آهي، ان لاءِ وڏي همت گهرجي:

همچو منصور بداني، تابيا گر تو تواني،
شمس زو همت نشاني، گر کند اين انساني،
گشت زو سرمد فاني، سهل اين راه نداني. (ص 16)

[جيڪڏهن تو ۾ منصور جهڙي همت آهي تہ پوءِ بيڌڙڪ عشق جي ميدان ۾ ٽپي پئہ. اوڏي همت وارو شمس تبريز انهيءَ عشق جي نشاني آهي، ڇاڪاڻ جو عشق انسانيت کي ختم ڪري ڇڏي ٿو. سرمد کي بہ انهيءَ ئي ختم ڪيو هو. انهيءَ ڪري، انهيءَ راهہ کي آسان نہ سمجهہ.]

حضرت سچل سائينءَ پنهنجي حقيقي عشق جو جيڪو تجربو بيان فرمايو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ جڏهن عشق جي بحر ۾ وڃي پهچن ٿا، تہ کين ذات مطلق کان سواءِ ڪوبہ حقيقي وجود ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچي. انهيءَ ڪري دنيا کان منهن موڙي ڇڏين ٿا:

چون بہ هر سوي دويدم، بہ بحر عشق رسيدم،
نعره اي موج شنيدم، جُرعہ اي ز درد چشيدم،
غير آن يار نديدم، سرز عالم بکشيدم. (ص 8)

[مان جڏهن هر طرف ڊوڙڻ کان پوءِ عشق جي بحر تي وڃي پهتس، تہ اتي موج جو آواز ٻڌم، ۽ اتان ئي درد جو ڍُڪو چکيم. مون کي انهيءَ ذات واحد کان سواءِ ٻيو ڪوبہ يار ڏسڻ ۾ نہ آيو. انهيءَ ڪري مون دنيا کان منهن موڙي ڇڏيو.]

ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ همہ اوست جو اقرار اهڙيءَ طرح ڪن ٿا، جيئن ڪو پنهنجو تجربو يا صحيح مشاهدو بيان ڪندو هجي. ان کان پوءِ انهيءَ نظريي کي قرآن حڪيم جي آيتن ۽ عقلي دليلن جي ذريعي سمجهائڻ ۽ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. قرآن مجيد جي آيت "اينما تولو افثم وجہالله" (يعني جيڏانهن تون رخ ڪندين، اوڏانهن الله هوندو.) ڏانهن اشارو ڪندي، فرمائين ٿا، تہ جڏهن تون تقليد جو رستو ڇڏي پاڻ تحقيق ڪندين، تہ پوءِ توکي هر طرف فقط ذات مطلق جوئي جلوو ڪارفرما نظر ايندو[1].

---

[1] تقليد اختيار نہ ڪرڻ بابت "وحدت نامہ" سنڌي جو هڪ بيت آهي:
هيءَ نہ وات هنئاءِ جي، اهي نڪا تقليد،
تحقيقاً توحيد، آهي راهہ رسول جي.

ايـــن راه نـــہ تقليـــدي، چونکـــہ بـــراو تـــو رســـيدي،
جرعـــہ زمـــي چشـــيدي، ســـر ز حبيـــب بکشـــيدي،
ثـــم وجـــه الله بديـــدي، در عشـــقش بـــگزيدي.

[هي رستو تقليد جو نہ آهي. تون جڏهن ان جي ويجهو پهچندين، تہ شراب جو هڪ ڍڪ پيئندين ۽ منهن، حبيب ڏي ڪندين تہ تو کي هر طرف الله ئي الله نظر ايندو. پوءِ تون ان جو عشق اختيار ڪندين.]

قرآن شريف جي آيت، "وَهُوَ مَعَكُم اَينَما كُنتُم" (يعني، اوهين ڪٿي بہ هجو، الله اوهان سان گڏ آهي.) جو حوالو ڏيئي، انهيءَ ئي مسئلي کي ثابت ڪن ٿا:

"وَهُوَ مَعَكُم" اقرار است، ڪلمہ آن حق اعتبار است.
ڪُـــنم از ســـر بيـــاني، بجهـــان عيـــن عيـــاني،
نبُـــود شـــک و گـــماني، بـــُود اسـرار نهـاني. (ص 8)

["وهو معکم" جو اقرار آهي، ۽ هي حق جو ڪلمو قابل اعتبار آهي. مان هڪ اهڙي راز کي دنيا جي اڳيان بي نقاب (ظاهر) ڪري رهيو آهيان، جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جو شڪ شبهو ڪونهي. واقعي، هي هڪ ڳجهو راز آهي.]

ظاهري تمثيلن ذريعي سمجهائين ٿا تہ ڳُڙ، مصري ۽ کنڊ بظاهر جدا جدا شيون آهن، پر اهي هڪ ئي شيءِ، ڪمند مان پيدا ٿيون آهن. يعني ڪثرت ۾ دراصل وحدت جو ئي جلوو آهي. فرمائين ٿا:

اي ز وحدت ڪثرت بيـن، قند و مصري شڪر بيـن،
در اصـل نيشـڪر بيـن، زو هميـن هـر اثـر بيـن،
هست يکسان نہ دگر بين، اي پسر ڪن تو نظر بيـن. (ص 10)

[اي پُٽ! وحدت مان ڪثرت کي ڏِسُ. تو کي جيڪي ڳُڙ، مصري ۽ کنڊ نظر اچن ٿا، اهي دراصل ڪمند مان ئي آهن، ۽ ان جا مختلف روپ آهن. انهن کي هڪ ئي سمجهہ، هڪ ٻئي کان مختلف نہ سمجهہ ۽ چڱيءَ طرح سان غور ڪر.]

اُن کان پوءِ ٻِجَ جو مثال ڏنو اٿن، جنهن مان وَڻُ پيدا ٿئي ٿو. جنهن ۾ جدا جدا ٽاريون، پَـن ۽ ميوو ٿئي ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ سون، مِٽي ۽ ڪپهہ جو مثال بہ ڏنو اٿن. فرمائين ٿا تہ سون مان مختلف زيور نهن ٿا، مِـٽيءَ مان

علحده علحده قسم جا ٽانو نهن ٽا، ۽ ڪپهه مان جدا جدا قسم جا ڪپڙا تيار ڪيا وڃن ٿا، پر مختلف زيورن جو اصل هڪڙو ئي آهي، يعني سون. مـٽيءَ جي ٿانون جي ابتدائي شيءِ به هڪ ئي آهي، يعني مـِٽي. اهڙي ريت مختلف ڪپڙا به ساڳيءَ ڪپهه مان تيار ڪيا وڃن ٿا.

ان مان سندن اهو مطلب آهي، ته ڪثرت ۾ دراصل وحدت ئي ڪارفرما آهي. اهو ثابت ڪرڻ ڪان پوءِ فرمائين ٿا ته تون پاڻ کي چڱيءَ طرح سڃاڻ، اها ذات تو کي تو ۾ ئي ملندي:

پاڪ ذات اندرون تو، گم گشتي و شـَوي او،
من نيم اوست هميگو، هست آن احد مدان دو،
دست از خويشتن شو، راست گفتم بيـان نـو. (ص 12)

[اها ذات پاڪ تو ۾ ئي آهي، تون پنهنجو پاڻ کي گم ڪر ۽ "هـُو" ٿي وڃ. هي مان پنهنجي طرفان نه، پر ان جي چوڻ تي ئي چئي رهيو آهيان. ان کي ٻه نه سمجهه، هو هڪ آهي. تـون پنهنجو پـاڻ تان؛ سـتبردار ٿي وڃ. هيءَ مان نئين، پر سچي ڳالهه ڪئي آهي.]

سندن نظر ۾ آدم جي عظمت جو سبب به اهوئي اهـي. طالب کي سندس عظمت هن طرح سمجهائين ٿا:

تـون نــه جـُــو اي دريـا اي، ايڪـ در غيـر نيـايي،
ايـن همـه از تـو ضيـا اي، بگـذر از زهـد ريـا اي،
هسـت درجـه تـو علايـي، نـه فنـايي بـه بقـايي. (ص 12)

[ تون پاڻيءَ جي ننڍي واهي نه آهين، پر درياهه آهين. تون پاڻ کي غير ۾ شامل نه ڪر. هر شيءِ ۾ تنهنجو ئي جلوو آهي. نمائشي زهد کي ترڪ ڪر. تنهنجو مرتبو تمام بلند آهي. تون فاني نه، پر باقي آهين.]

سندن نظر ۾ جسم فاني ۽ روح باقي ۽ اصل شيءِ آهي، سـِپ ۽ موتيءَ جي تمثيل جي ذريعي، انهيءَ شيءِ کي هن طرح سمجهايو اٿس:

جسـم هسـت ايـن يـڪ خانـه، جـاي پـاڪيزه شـهانه،
در صــدف چــون دردانـــه، ايــن نباشــد بتخانـــه؟
بيشــڪني شــو مردانــه، تــا شــوي يــار يگانـــه. (ص 12)

[هي جسم هڪ گهر جيان آهي، جيڪو ڏسڻ ۾ تمام سنو ۽ شاندار نظر اچي ٿو. روح ان ۾ ائين آهي، جيئن سپ ۾ موتي. ڇا هي گهر بتخانو نہ آهي؟ همت ڪان ڪم وٺي، ان کي ٽوڙي ڇڏ، جيئن تون يگانو يار بنجي وڃين.]

يعني فنا ڪان پوءِ ئي بقا حاصل ٿئي ٿي. هڪ ٻئي هنڌ فنا کي هن طرح سمجهايو اٿس:

نيست ز آنجا بگذشتن، دست از عالم شُستن،
باز پس نيست برفتن، از همہ دل بگُسستن،
هست اينجاي کُشتن، ز کفر و دين بر گشتن. (ص 14)

[ اوڏانهن وڃڻ جو مطلب ئي دنيا ڪان هٿ ڌوئڻ آهي. پوءِ وري واپس نہ اچجانءِ. هر شيءِ ڪان قطع تعلق ڪجانءِ. پنهنجو پاڻ کي هت فنا ڪجانءِ ۽ دين ڪفر ڪان مُنهن موڙي ڇڏجانءِ.]

اها جان قربان ڪرڻ جي تعليم فقط عشق ئي ڏئي ٿو:

عشق تا سر چو بر آرد، اشک از ديده ببارد،
رُو بناموس نيارد، هيچ جاي نگذارد،
دانہ سبحہ نہ شمارد، در ره حق بسُپارد. (ص 14)

[جڏهن عشق ظاهر ٿيندو آهي، تہ اکين مان ڳوڙها وهائي ڇڏيندو آهي. نہ ناموس ۾ عزت ڏي نهاريندو آهي، ۽ نہ ئي ڪٿي ٽانيڪو ڇڏيندو آهي، عشق تسبيح پڙهڻ نہ سيکاريندو آهي، هو حق جي راهہ ۾ پاڻ کي حوالي ڪندو آهي.]

عشق دارد دو نشاني، ميکند اين تن فاني،
بس بقا باقي ماني، اين اشارت "من رآني"،
ز حديث ات بخواني، از پيغمبر سِر داني. (ص 14)

[عشق جون ٻہ نشانيون آهن: پهرين اها تہ جسم کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي، ۽ ٻي اها تہ پوءِ ابدي زندگي بخشيندو آهي. هي "من رآني" جو اشارو آهي، ۽ تون حديث شريف سان ٻہ ان جي تصديق ڪري سگهين ٿو. دراصل هي پيغمبرانہ راز آهي.]

"من رآني" مان هيءَ حديث مراد آهي: "مَن رآنِي فَقَد راءَ اللّٰہ" (يعني، جنهن خدا جو رسول ڏٺو، ان الله کي ڏٺو). ابن عربي ۽ ٻين صوفي بزرگن، نهايت ڪُليءَ طرح چيو آهي، تہ سڄي ڪائنات جا ڪارٽي ٻہ

حضور صلي الله عليه و آله وسلم جن آهن، تہ فيض جا سرچشما بہ پاڻ ئي آهن. ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ الاهي اسرار ۽ رموز سمجهائڻ واري فقط هڪ ئي ذات آهي. حضرت سچل سرمست بہ انهيءَ هستيءَ جي آڏو سر جهڪائي عرض ٿو ڪري:

بہ همين عالم اظهار، هست اين ڪلمۂ اقرار،
يا محمد مصطفيٰ ﷺ، يا مجتبيٰ، رخ مرا نماي يا نورالهديٰ،
ما ڪہ غريب و مسڪينم، تو همي داني ڪہ ما. (ص. 18)

[هن ڪائنات ۾ جنهن ڪلمي جي اقرار جو اظهار ٿيو آهي، سو هيءُ آهي تہ يا محمد مصطفيٰ ﷺ، يا مجتبيٰ، يا نورالهديٰ، مون کي پنهنجيءَ زيارت سان نواز. اوهان کي خبر آهي تہ مان هڪ غريب ۽ مسڪين آهيان.]

بادشاهہ من تُو اي، من بنده ام،
اندر اين بدڪاري شرمنده ام،
رحم فرما بر من مسڪين تو،
ده دلم يا نبي تسڪين تو،
آمدم عاجز بدر تو شرمسار،
ڪرده ام عصيان بيحد بيشمار. (ص. 18)

[اوهين منهنجا بادشاهہ آهيو ۽ مان اوهان جو غلام آهيان. مان پنهنجن ڏوهن تي شرمسار آهيان. يا رسول الله مون مسڪين تي رحم فرماءِ، ۽ يا نبي الله منهنجي دل کي تسڪين عطا ڪر. مان اوهان جي دروازي تي ندامت ۽ انڪساري جو سر وٺي آيو آهيان، جو مون بيحد ۽ بي حساب گناهہ ڪيا آهن.]

اين گدا بدرت اميدوار، بخش ديدارم مرا اي شهسوار،
نالہ بشنو يا شفيع المذنبين، ولي تو باشي رحمت اللعالمين،

[هي پينو اوهان جي در تي اميدوار ٿي حاضر ٿيو آهي. اي شهسوار، مون کي پنهنجي ديدار جو شرف عطا ڪر. اي شفيع المذنبين، منهنجي فرياد ٻُڌ. اوهين رحمت اللعالمين آهيو، اوهين هن ڪائنات جا سردار ۽ مير مرسل آهيو، اوهين پنهنجيءَ صفات ۾ الله جي ذات جا خاص مظهر آهيو.]

---

# حسن و عشق

سونهن سان اسان جو ازلي ناتو آهي. هو هميشه سونهن جو متلاشي رهيو آهي. هن هر ماڳ ۽ مڪان، وٺ ۽ وڪر ۾ حسن کي ڳوليو آهي، ۽ عشق کي پنهنجي جيءَ ۾ جاءِ ڏني آهي. هن جي رهڻي ڪهڻي جي ڦيرگهير، ثقافت ۽ معاشرت جي اُٿل پٿل، جمال جي جلوي جو نتيجو آهي. حسن ۽ عشق جا داستان، انسان جي فن ۽ فڪر تي اثر انداز ٿيا آهن. سمورا لطيف فن، جماليات جي جلوي جي پيداوار آهن، ۽ انسان جي انهيءَ فطري جذبي جي ترجماني ڪن ٿا. خاص طرح شاعريءَ جو بنياد ئي انسان جي جمالياتي ذوق ۽ شوق تي آهي. جڏهن حسن ۽ عشق، دل ۾ تڙپ پيدا ڪري ٿو، تہ شاعري وجود وٺي ٿي. اهوئي سبب آهي، جو شاعري سراپا سونهن آهي، ۽ سونهن سان ان جو گهرو، گهاٽو ۽ ازلي سبنڌ آهي. يعني حسن و عشق درد ۽ سوز، هجر ۽ وصال شاعريءَ جا بنيادي ۽ بين الاقوامي مضمون آهن. سچل سائينءَ بہ نهايت سهڻين تشبيهن سان محبوب جي حسن جي تعريف ڪري ٿو. "ديوان خدائي" ۾ فرمائي ٿو:

1. ناگـــــه دلـر ربـــــوده بانــــــاز آن نگــــــاري،

در ڪوچہ اي محبت ڪرده عجب شڪاري.

2. ابروئــي ڪــج ڪمــانش چشــمان ســياه مســتش،

از تيــر مژگــان بگرفتـــہ ام ڪنــاري.[1]

معنيٰ: 1. هن محبوب اوچتو جلوو ڏيکاري، منهنجي دل ڪسي ورتني ۽ محبت جي گهٽيءَ ۾ عجب انداز سان مون کي شڪار ڪيو.

2. ان جا خمدار ابرو ڪمان وانگر آهن ۽ ان جون ڪاريون اکيون مست آهن، جن پلڪن جا تير هلائي مون کي گهايل ڪري ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح جمال جو جلوو، حسن جي هاڪ، وڇوڙي جا ورلاپ، درد جون دانهون ۽ وصال جون وايون سندس سموري سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام ۾ نمايان نظر اينديون. اهڙي قسم جو ڪلام هن انتخاب ۾ جدا جدا صنفن مان ڏنو ويو آهي.

---

[1] "ديوان خدائي": ص. 6، مرتب: قاضي علي اڪبر درازيٰ دفعو ٻيو، سيپٽمبر 1979ع

سچل سائينءَ جي حسن و عشق جو تصور بہ حقيقي آهي. حسن مان سندس مطلب آهي: حسن حقيقي، جنهن کي نہ فنا آهي ۽ نہ زوال. انهيءَ ڪري هو جنهن عشق جو ذڪر ڪري ٿو، اهو حقيقي آهي، ۽ نہ مجازي:

"عرش ڪرسيءَ تون اچي اتاهين،
من سچوءَ جي تو مائين پلي مائين."

—

پسڻ ڪارڻ اکڙيون، صاحب سارن ٿيون،
پاٽيءَ گاڏئون رت جان، هنجون هارن ٿيون،
اکيون ڏسن نہ غير کو، واحد وارن ٿيون،
"سچو" اهي ڳالهڙيون، نت مون کي مارن ٿيون.

—

عقل علم سڀ ڇوڙ ڏتوسي، عشق ڏنو اولارو،
اکيان کول تہ ظاهر ڏيکين، سير سڄڻ جو سارو،
پرجهي پير اوڏانهين پايو، هوت اتوَ هاڪارو.

مطلب تہ سچل سائين، انسان جي انفرادي حيثيت کي امر بنائڻ لاءِ حسن حقيقي سان نينهن نيائڻ جو ڏس ڏئي، فنا جي منزل جا اسرار ۽ رموز سمجهائي ٿو. هو چوي ٿو، تہ وجود وڃائڻ کانسواءِ وحدت جي واديءَ ۾ پهچي نہ ٿو سگهجي. انهيءَ ڪري هو بار بار انهيءَ ڳالهہ تي زور ڏئي ٿو، تہ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪر. انهيءَ کي "نفي" يا "فنا" چيو ويندو آهي. فنا کان پوءِ ئي بقا آهي، ۽ نفيءَ کان پوءِ ئي اثبات آهي. هو حسن حقيقي جي وصال لاءِ درد جون دانهون ۽ وڇوڙي جا ورلاپ ڪري، مستيءَ ۽ مدهوشيءَ ۾ حقيقت بيني ۽ حق شناسيءَ جو سبق ڏئي ٿو.

—

# فني خوبيون

شاعرانہ خوبين جي لحاظ کان ڏسو تہ سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ اهي سموريون خوبيون ملنديون. جيڪي هڪ اعليٰ درجي جي شاعريءَ لاءِ ضروري آهن. سمورو ڪلام سهڻين تشبيهن سان سينگاريل آهي. رنگيني ۽ دلڪشي، رواني ۽ نغمگي سندس ڪلام جون خاص خوبيون آهن.

سونهن جي ساراهہ وقت سيبتيون، سُهائينديون ۽ سهڻيون تشبيهون آڻي، شعر کي رسيلو ۽ رنگين بنائي ٿو. بيتن واري ڀاڱي ۾ توڙي ڪافين ۾ هيٺ اهڙي نموني جا انيڪ بيت نظر ايندا.

نموني طور هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

ڪُجا ڪج محراب، منهن تي محبوبن جي،
سٽون سيپارن جون، پڙهڻ تيون ثواب،
پرهہ سندا باب، "سچل" سڀ ختم ڪيا.

بيت: جيتوڻيڪ بيت اڳ ئي ڪافي ترقي ڪئي هئي، پر سچل سرمست ان ۾ نئون رنگ ۽ نئون حسن پيدا ڪري، منجهس جدت پيدا ڪئي. مضمون جي لحاظ کان نہ فقط مروج رومانوي داستانن جهڙوڪ: سسئي پنهون، نوري ڄام تماچي، مومل راڻو، هير رانجهو، عمر مارئي، سهڻي ميهار ۽ سورٺ وغيره تي بيت چيا اٿس، پر عنوانن تي بہ بيت چيا اٿس، جهڙوڪ: روجهن ۽ ڪانگل بابت بيت، پورب جا بيت، وحدت جا بيت ۽ حقيقت جا بيت نموني طور ڪجهہ بيت عنوان مان ڏجن ٿا:

روجهون: روجهون رڻ ياد ڪيو، اڀيون رت رئن،
هر ڪنهن ويل هئن، اهڙن اورا تن ۾.

پورب: ڪري لنگهيا لوڪ، مون لاهوتي لوڙا،
گهوڙا ڙي گهوڙا، جي مون من مستان تيو.

وحدت: اول پيري پچ، جي بند خيالات جا،
تنهن پڇاڙون وچ، حلاجي حيرت ۾.

حقيقت: هو يـي كيـن اچـٹو، هـي بـ كيـن ويـو،
نفـيءَ ۽ اثبـات كئـون، پـري خيـال پيـو،
"سچو" سچ ٿيو، ٻي ٻانهپ ٻولـي ناهـ كـا.

ان كان سواءِ جهڙيءَ طرح فارسيءَ ۾ "راز نامہ"، "تار نامہ"، "وحدت نامہ" وغيره مثنويون چيون اٿس، اهڙيءَ طرح سنڌي بيتن ۾ "وحدت نامہ" ۽ "قتل نامہ" چيو اٿس. "وحدت نامہ" سمورو هڪ ئي طويل ڪبت ۾ آهي ۽ 178 مصرعن تي مشتمل آهي. جيتوڻيڪ ايڏي طويل ڪبت آهي، تڏهن بہ قافيا نهايت صحيح ۽ موزون آهن. ان ڪان سواءِ تسلسل، رواني ۽ بيساختگي سندس خاص خوبيون آهن. هن ڪان اڳ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو "زاداالفقير"، مخدوم عبدالله نرئي واري جو "ڪنزالعبرت"، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جي "حقيقت محمدي" ۽ ڪن صورتن جو تفسير ڪبتن ۾ مليل ٿو. پر حضرت سچل سرمست جي مذڪور ڪبت فني لحاظ ڪان سيني ڪان منفرد آهي. هن ۾ جيڪا بي ساختگي ۽ رواني آهي، سا اڳين ڪبتن ۾ ڪانهي. نموني طور شروعات جون مصرعون ڏجن ٿيون:

اول ساراهہ ڪر سبحان جي مولا جو ملڪن،
مڙيائي محفوظ ڪيا ڏسو ڏيهہ ڏٺيسن،
ڪي ڪامل ڪرسيءَ تي چڙهي وه وه واعظ ڪن.
ڪي ڪاتب ڪتابن جا سوين سبق ڏين،
ڪي مسئلہ مسائل ڪيو نياءُ ميان نبيرن،
ڪي پڙهيا پاڻ پر وجهہ سان.پڙهيون پڙهيائين.

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو، تہ ٻولي بہ نهايت سپڪ، سلوڻي ۽ روزمره استعمال ٿيندڙ ڪم آندي اٿس. هن ڪبت ڪان سواءِ ٻيا بہ ڊگها بيت چيا اٿس، پر اهي ڪبتون نہ آهن، ڇاڪاڻ جو قافيو انهن جي آخري مصرع جي وچ ۾ اچي ٿو. ڊگهن بيتن سان گڏ ٻن مصرعن تي مشتمل صحيح قسم جا سورنا ۽ دوها بہ چيا اٿس. روجهن وارا بيت، پورب جا بيت، وحدت جا بيت ۽ حقيقت جا بيت گهڻو ڪري هن قسم جا آهن. روجهن واري بيتن مان سورٺي جو مثال هن هيٺ ڏجي ٿو، جنهن جي ٻنهي مصرعن جي وچ تي قافيو آهي:

"سچو" رک سماءِ، تو ماڻهو روجهن سان گڏين،
هاڻي صبر منجهه آءُ، ڪمائي پوري ڪري.

دوهي ۾ ٻه ٻه مصرعون ٿينديون آهن، پر قافيو ٻنهي مصرعن جي پويان ايندو آهي. وحدت جي بيتن مان دوهي جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

قدر هدايت جو، آهي، ۾ ضلالت،
جي ضلالت نه هئي، تا ڪا تي هدايت.

جيئن شاهه ڪريم جي ڪلام ۾ سورٺا ۽ دوها ٻه ملن ٿا، ته سورٺا ۽ دوها جي ميل وارا بيت به ملن ٿا. تيئن حضرت سچل سرمست جي ڪلام ۾ دوهن ۽ سورٺن سان گڏ دوهي ۽ سورٺي جي ميل وارا ٻن مصرعن تي مشتمل بيت به ملن ٿا. هيٺئين بيت جي پهرين مصرع دوهي جي ۽ ٻي سورٺي جي آهي:

هيءَ نه واٽ هواءِ جي، آهه نڪا تقليد،
تحقيقاً توحيد، آهي راهه رسول جي.

نه فقط ايترو، پر بيت جي سٽا سان لاڳاپيل نرالا نمونا به ملن ٿا، جهڙوڪ: مسلسل دوها، مسلسل بيت، ڏوهڙا، ڪلام ۽ ٽيهه اکري وغيره. انهن جو تعارف ٽين باب جي انتخاب ۾ ڏنو ويو آهي.

هن مان معلوم ٿيندو، ته حضرت سچل سرمست نه فقط طويل بيتن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي، پر ٻن مصرعن وارن بيتن ۽ انوکي سٽا وارن بيتن کي به پنهنجي خيالات جي اظهار جو ذريعو بنايو آهي. سندس بيتن جي خاص خوبي اها به آهي، ته انهن ۾ رنگيني ۽ دلڪشي آهي، ۽ منجهن حسن ۽ عشق جو ذڪر نهايت دلگداز نوع ۾ ملي ٿو. محترم حامي صاحب جو رايو آهي:

"سنڌي خواه سرائڪي دوهڙن ۽ بيتن ۾ حسن و عشق جو راز و نياز جون اهي موشگافيون ڪيائين، جن جي تقليد مولوي لطف علي ۽ خواجه غلام فريد جهڙن شاعرن کي ڪرڻي پئي. بيدل، حمل ۽ ٻيا ڪيترائي سنڌي شاعر سچل سائين جي ڪلام کان متاثر ٿي شعر چوڻ لڳا."

مطلب ته سچل سائين بيت کي وڌيڪ رنگين ۽ جاذب بنائي پيش ڪيو آهي. اهوئي سبب آهي جو پوين سنڌي شاعرن کي سندس نقش قدم تي هلڻو پيو.

مضمون جي لحاظ کان عنوان تي بيت ۽ فارسيءَ جي نموني تي "نامه" اڳ ڪنهن به سنڌي شاعر نه چيا هئا. سچل سائين ئي عنوانن تي بيت ۽ "نامه"

چوڻ جو بنياد وڌو. پوين شاعرن سندس انهيءَ تجربي جي بہ تقليد ڪئي آهي. ڪانئس پوءِ پهريون شاعر حضرت بيدل آهي، جنهن سندس تتبع ۾ ”وحدت نامو“ چيو. بيتن جي مضمونن ۾ تسلسل، تنوع ۽ هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ بيتن ۾ وراڻ وارا لفظ ڪم آندا ويندا آهن. وراڻن جا عام طرح بہ قسم ٿيندا آهن. هڪ نمونو اهو آهي، جنهن ۾ بيتن جو سلسلو ساڳين لفظن يا فقرن سان شروع ٿيندو آهي. سچل سائينءَ وٽ وراڻن جو اهو سلسلو بہ ملي ٿو. نموني طور ٽي بيت هن هيٺ ڏجن ٿا:

(1) ڪيچيئڙا ڪالهہ ويا، تنگ اُٺن تاڻي،
هوتن ريءَ هاڻي، اگڻ نهاري نہ سگهان.

(2) ڪيچيئڙا ڪالهہ ويا، اجا مون وٽانءُ،
پرين پچاڻانءُ، اگڻ ڏسي نہ سگهان.

(3) ڪيچيئڙا ڪالهہ ويا، جات اولي جت،
هيءِ هيءِ هٿان هت، اگڻ ڏسي نہ سگهان.

ٻيو نمونو اهو آهي، جنهن ۾ هڪ بيت جو پويون اڌ، ٻئي بيت جو پهريون اڌ ٿي ايندو آهي. سچل سائينءَ جي رسالي ۾ اهڙو نمونو بہ ملي ٿو. نموني طور ٻہ بيت هيٺ ڏجن ٿا:

(1) وسي پيسو وڏ ڦڙو، پنيون پٽ پريون،
پٽاريون پٽن تان، وٽاڻين وريون،
ڪيرن جون ڪريون، چاڏيين ڏنئون چاه مان.

(2) چاڏيين ڏنئون چاهہ مان، ڪيرن جون ڪريون،
وهائينديون سي آئيون، ٽٽن مان ٽريون،
پٽاريون پريون، آيون وسائي وڏ ڦڙا.

انهن ٻن نمونن ڪان سواءِ سچل سائينءَ جي رسالي ۾ ”وراڻن“ جو هڪ ٽيون نمونو بہ ملي ٿو، جيڪو ٻين شاعرن جي شعر ۾ نظر نہ ٿو اچي. سچل سرمست جي رسالي ۾ بيتن جون ڪيتريون ئي اهڙيون ڪنڊيون ملن ٿيون، جن ۾ بيتن جي پوين سٽن جا آخري اڌ هڪجهڙا آهن. نموني طور هڪ ڪنڊيءَ جا ٻہ بيت هيٺ ڏجن ٿا:

(1) اندر آڳ عشق جي، ويو ٻاروچو ٻاري،
ڪارڻ ڪوهياري، متي راهہ رئان گهڻو.

(2) ڪاف ڪشالا ڪيترا، ٽڪيءَ مون نہ ٽين،
جيڏيون ڪاڻ جتن، متي راهہ رئان گهڻو.

بيتن جي قافين جي لحاظ کان بہ سچل سائينءَ وٽ نواڻ ۽ نرالائي نظر اچي ٿي. ڪيترين قافين ۾ "ڙ" تصغير آيل آهي، جنهنڪري ميناج ۽ موسيقيءَ جي ليءِ پيدا ٿي پيئي آهي:

ور وٺا ويڙهيچن جا، اهي موتئين مالهڙيون،
راس نہ اچن روح کي، ٿالهہ ۽ ٿالهڙيون،
سنگهارن جون سومرا، چڱيون چالڙيون،
جو فجر ڦوڪي سنديون، ڪن دانهہ دالڙيون،
ورسي لويون لاک جون، پن شال ۽ شالڙيون،
انئي پهر اکيون، منهنجون عمر آلڙيون.

اهڙيءَ طرح انوکي سٽا وارا ڪيترائي قافيا مارئيءَ جي بيتن ۽ سسئي جي جهولڻي ۾ ملندا. خاص طرح سان جهولڻي جي بيتن ۾ قافيہ جي لفظن جي پويان "ڪي" آڻي، بيتن جي بيهڪ ۾ پختگيءَ سان گڏ رواني ۽ رس پيدا ڪيو ويو آهي. هن انتخاب ۾ جهولڻي مان چونڊيل بيت اهڙي نموني جا آهن. انهن قافين ۾ نيٺ سنڌي لفظ سهڻي نموني سِٽيا ويا آهن:

ڪيچن ڪڏ لڳي هوءَ کهڪي،
پهرين پور ٽڪر سان ٿهڪي.

جهولڻي جي بيٺتن ۾ سسئيءَ ۽ سندس سرتين جي گفتگو ڏني وئي آهي، جنهنڪري مڪالماتي انداز پيدا ٿي پيو آهي. مطلب تہ سچل سائينءَ جي بيتن جي سٽا توڙي قافين ۾ نواڻ بہ آهي، تہ رواني ۽ رس بہ آهي. سچل سائينءَ عام سنڌي بيتن ۾ بہ پنهنجا خيال ظاهر ڪيا آهن، تہ نئين ۽ انوکي سٽا وارا بيت بنائي، منفرد ۽ موثر اسلوب سان بہ پنهنجو مقصد ظاهر ڪيو اٿس. اهوئي سبب آهي، جو سچل سرمست ڪي نہ فقط اعليٰ فڪر جي لحاظ کان عظيم ۽ منفرد شاعر چئي سگهون ٿا، پر فني سٽا جي انوکي انداز ۽ انفرادي اسلوب بيان جي خيال کان بہ کين سنڌي شاعريءَ ۾ اعليٰ ۽ ارفع مقام حاصل آهي.

"ڪافيءَ جا گهاڙيٽا": بيتن کان سواءِ سچل سرمست وٽ ڪافين جا بہ ڪيترائي نمونا يا گهاڙيٽا ملن ٿا. سنڌي شاعريءَ ۾ هي پهريون شاعر آهي،

جنهن پهريون پيرو ڪافيءَ کي وسعت بخشي، ۽ ان ۾ فني سٽا جا ڪيترائي نوان، سهڻا ۽ سيبائتا نمونا پيدا ڪيا، سمايا ۽ عام ڪيا. ايتري قدرجو علم عروض کي بہ ڪافيءَ جي سٽا ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪانئس پوءِ سمورن سنڌي شاعرن سنڌس سٽا جي تقليد ڪئي آهي. هن هيٺ سندس ڪافين جي گهاڙيٽن تي تفصيل سان روشني وڌي وڃي ٿي:

1. ”ڪافي هيڪوڻي“: حضرت سچل سرمست جي ڪلام ۾ ”وائي“ جي سٽا واريون ڪافيون بہ ڪيتريون ئي نظر اچن ٿيون. اهڙين ڪافين کي ”هيڪوڻي“، ”هڪ تُڪي“ يا ”هڪ نپي“ ڪافي چئي سگهجي ٿو. هن قسم جي ڪافيءَ ۾ هر هڪ بند هڪ هڪ سٽ جو ٿئي ٿو. ۽ هر بند جي پڇاڙيءَ ۾ قافيو ٿئي ٿو. هڪ نپي ڪافي ۽ هڪ نپي وائيءَ ۾ فرق، هي آهي تہ وائيءَ جي بندن جو وزن وڏيڪ ڊگهو ۽ اينگهہ وارو ٿيندو آهي:

ٿـــل: اوڏانهـــن آئيـــن ڪـــانگ ادا،
لنئـــون تـــون چڱـــي لات ڪـــا.

1. ڪي هت هئي محبوب کي، مشتاق جي مصلحات ڪا،
2. هيڏي اچڻ جي ڪاهين، ڏي تون مون کي تسلات ڪا.

ڪافيءَ جو ٻيو وائيءَ سان ملندڙ جلندڙ نمونو اهو آهي، جنهن ۾ بند ٻن سٽن جو ٿئي، پر هر سٽ ۾ ساڳيو اهوئي قافيو ٿئي، جيڪو ٿل ۾ آهي. حضرت سچل سرمست جي ڪافيءَ جو اهڙو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ٿـــل: رکيـــن يـــار جـــو خيـــال،
ڪـــوڙا ڇـــو ٿـــو ميڙيـــن مـــال.

1. تـــڏهن طـــالب ڪوٺيـــن، جـــڏهن ڇـــڏين ســـڀ جنجـــال،
هلي وڃج حال کي، ڪلي ڇڏج قال.

انهيءَ نموني جا قافيہ جي لحاظ کان مختلف قسم آهن. مٿئين نموني جي ٿل ۾ ٻہ بند آهن ۽ ٻنهي جي آخر ۾ ساڳيو قافيو آهي، جيڪو بندن سان هم قافيہ آهي. ٻئي قسم ۾ ٿل مصرعن سان هم قافيہ نہ ٿو ٿئي. ٽئين قسم ۾ ٿل ٻن بندن جو ٿئي، جنهن جو پهريون بند مصرعن سان هم قافي ٿئي ۽ ٻيو نہ. سچل سرمست جي ڪافين مان اهڙو مثال هيٺ ڏجي ٿو.

ٿل: شاهہ ٿيو سيلاني، نہ ڇاڻان ڪنهن ڳالهہ ڪان.

1. تـي گداگـر كـري گدائـي، شـرف چـڏي سـلطاني،
صـورت انهـيءَ كيـر سـڃاڻي، هـيءَ هـيءَ سـپ حيرانـي.

اهڙي قسم جي ڪن ڪافين ۾ وري ٿل جي ٻن پدن مان پوييون پـد مصرعن سان هم قافيہ ٿئي. سچل سائينءَ جي ڪافين مان اهڙو مثال ڏجي ٿو:

ٿـل: ڪـانگي قريبـن ڏانهـن،
خبـر آنـدي ونـي وهنـدو وري.

1. خط منجهئون معلـوم ٿـي، سـاري خبـر كيئـن جي كـري،
دوسـت دلاسـا لكيـا تـا، تـو اسـان ريءَ كيئـن سـري.

چوٿون قسم اهڙو بہ ملي ٿو، جنهن ۾ ٿل فقط هڪ هڪ پد جو ٿئي ٿو، ٻئي پد جي پورائيءَ لاءِ پراءَ جا لفظ آندا وڃن ٿا. مثال ڏجي ٿو:

ٿل: ٿو وهي لوهاڻو، يار وي!

1. سـا كيئـن ترسـي تـار ۾، جـيءَ جنهيـن جهوراڻـو،
كـاهيو ناپـَـوي كـُـنن ۾، ڏسـو عشـق اوراڻـو.

"ڪافي ڏيڍي": هن قسم جي ڪافيءَ ۾ هر هڪ بند ڏيڍ سِـٽو هوندو آهي. گهڻو ڪري ٿل بہ ڏيڍ سِٽو هوندو آهي، پر ڪن ڪن حالتن ۾ هڪ سِٽو بہ هوندو آهي. هن گهاڙيٽي جا قافيہ جي مٽ سٽ موجب جدا جدا قسم ٿين ٿا، جن جو هيٺ ذڪر ڪجي ٿو:

1. هڪ قسم اهو آهي، جنهن ۾ پد جي هيٺان واراٽي ٿل سان ٿئي ٿي. ٿل ۾ فقط هڪ قافيو آخر ۾ ٿئي ٿو. مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ٿل: ملڪ عدم جي مون سان، ڪانگل ڪر ڪا ٻولي.

1. دور دنيـا جـي زينـت، زيـب، حسـين ويـا وسـري،
رات ٻـڌم جـا ٻولـي.

2. هن قسم ۾ ٿل هڪ سٽو، پر ٻن پدن وارو ٿئي ٿو ۽ بند ڏيڍو ٿئي ٿو. ٿل جو پهريون پد، بند جي پهرين مصرع سان هم قافيہ ٿئي ٿو، ۽ بند جي واراٽي ٿل جي ٻئي پد سان هم قافيہ ٿئي ٿي: مثال ڏجي ٿو:

ٿـل: پـاڻهين پـارئون يـار،
قـاصد مـون ڏي آيـو.

1. اچــڻ ســندي ان جــي، اُتــي ويــا آزار،

تــورو كيــڏو تــن لاٽــو.

3. ٽيون قسم اهو آهي، جنهن ۾ ٻئي قسم وانگر ٽل ۾ ٻه پد ٽين، جن مان پويون پد ۽ وراٽي ٽل جي ٻنهي پدن سان هم قافيہ ٿئي. مثال ڏجي ٿو:

ٽـل: يــار تــو ســان منهنجــي زاري،

ســـوئ لک واري ميـــان.

1. ونــدر جــي وٽــن ۾، واجهــ وجهــي ويچــاري،

سا تـا محبـت مـاري.

4. چوٿين قسم ۾ ٽل هڪ سٽو ٿئي، ۽ ان جي آخر ۾ قافيو ٿئي، جيڪو وراٽي سان هم قافيہ ٿئي. بند جي پهرين مصرع ۾ ٻه پد ٽين، جي پاڻ ۾ هم قافيہ ٽين. سچل سرمست جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٽل: سـي ڪنهـن ويڙهـي تـون وسين،

ڪونـہ آهــي ٻيــو تــو ريءَ.

1. چـاٽي هئيـن چـاتوم، تـو ڪـي سـانول سـجاتوم،

هر جاءِ آهين تون حاطي.

5. پنجين قسم ۾ ٽل هڪ سٽو ٿئي، ان ۾ ٻه پد ٽين، جن مان پهريون پد وراٽيءَ سان هم قافيہ ٿئي. پد جي پهرين مصرع ۾ ڪوبہ قافيو نہ ٿئي. بند جي پهرئين مصرع ۾ ڪوبہ قافيو نہ ٿئي. سچل سرمست جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٽــل: اهــو ويــو هــاٽي ڪــاڏي،

جنهـن "سـچو" سـو نـانءُ سـڏايو

1. مكڙيءَ منجهوئن ني ويا ميان، ٽيو گل پيدا وري ميان،

منهن ڪري بيٺو ماڏي.

6. ڇهين قسم ۾ ٽل هڪ سٽو ٿئي، جنهن ۾ ٻه پد ٽين. بند جي پهرين مصرع ۾ ٻہ ٻہ پد ٽين، جيڪي ٽل جي پهرئين پد سان هم قافيہ ٽين. بند جي وراٽي ٽل جي ٻئي پد سان هم قافيہ ٿئي. مثال ڏجي ٿو:

ٽــل: اهـي اڱـڻ منهنجـي آيــا وو،

جـن ڪـاڻ سـي پيـر پڇـايم ٿـي.

1. پَکي اسان جي پيهي آيا، ڏينهن گهڻا جن لايا وو،

جن ڪاڻ سي پوتيون پنايم تي.

7. ستون قسم اهو آهي، جنهن ۾ بند هڪ ستو تئي ۽ ان ۾ ٻه پد تين، پر قافيو ٻئي پد ۾ تئي. بند جي پهرينءَ سٽ ۾ ٻه پد تين، جنهن جي پوئين پد ۾ قافيو تئي. ٿل جو ٻيو پد، بند جي پهرينءَ سٽ جو ٻيو پد ۽ وراڻي پاڻ ۾ هم قافيہ تين. سچل سرمست جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٿل: مون وٽ يار پيارا،

آءُ تون پاڻ سجاڻي.

1. حال مڙيوئي معلوم تو کي، دنيا سا ڪوڙ ڪهاڻي،

آءُ تون پاڻ سجاڻي.

8. ٿل ڏيڍو تئي، جنهن جي پهرينءَ سٽ جا ٻه پد تين، جيڪي پاڻ ۾ هم قافيہ تين. ٿل جي وراڻي بند جي پهرين مصرع جي پوئين پد سان هم قافيہ تئي ۽ ٿل واري ساڳي وراڻي، بند جي پهرئين مصرع جي پويان، ساڳي طرح وراڻي تي اچي. سچل سائينءَ جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٿل: حُج قِبتي ڪيم هاڻي،

ماريس تنهنجي ماڻي.

الله ڄاڻي.

1. تنهن ڏينهن لاڪون يار اوهان سان،

لايو نينهن هن نماڻي، الله ڄاڻي.

9. ٿل ۽ بند ٻئي ڏيڍا تين. ٿل جي پهرينءَ مصرع جو پويون پد، ٿل جي وراڻي ۽ بند جي پهرئين مصرع جو ٻيو پد پاڻ ۾ هم قافيہ تين. ٿل جي وراڻي هوبهو بند جي وراڻي طور ٻه ڪم اچي. سچل سرمست جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٿل: ڪانگڙا قريبن جا،

تو کي ڪالهہ اُڏايو ڪن.

وٺئون ويڙهيچن.

1. آسر وندي آهيان، من ڪو پيرو ڪن،

وٺئون ويڙهيچن.

”ڪافي ٻيٽي“: هن قسم جي هر بند ۾ ٻه مصرعون تين، ٽل ڪڏهن ٻن سٽن جو هڪ سٽ وارو يڪو يا ٻن پدن وارو ٿئي. هن جا ٻه مختلف قسم تين ٿا:

1. هڪ قسم هوبهو غزل جيان ٿئي، يعني ٽل توڙي بند ٻن سٽن جا تين، ٽل جي ٻنهي سٽن ۾ قافيو ٿئي ۽ بندن جي پوين سٽن ۾ قافيو ٿئي:

ٽل: آهي انهن اکين کي خاصو خمار تنهنجو،
وينو وني مان آهيان، ڪامل قرار تنهنجو.

1. هن کي اوهان جي ٻاجهئون، آهي نه ماڙ ڪائي،
هيءَ تان غريب آهي، اميدوار تنهنجو.

2. ٽل هڪ سٽو ۽ بند ٻن سٽن وارو ٿئي، ٽل جو پهريون پد، بند جي ٻنهي سٽن سان هم قافيه ٿئي. مثال هيٺ ڏجي ٿو.

ٽل: شل اوڏانهون ايندا،
وني خاصيون خبران خبران.

1. مون هن نماڻي کي، دلاسو ڏيندا،
پرين پاڻهين پاڻ سان، هيءَ گولي گڏيندا.

”ڪافي چئَوٽي“: اهڙيءَ طرح ٽيٽي ۽ چئوٽي ڪافي به ٿئي. سچل سرمست جي هڪ چئوٽي ڪافي جي ٽل ۾ ٻه چار پد آهن، ته هر هڪ بند ۾ ٻه چار پد آهن. ٽل جي چئني پدن ۾ هڪ جهڙو قافيو آهي. بند جا پهريان چار پد پاڻ ۾ هم قافيه آهن، ۽ چوٿون پد ٽل سان هم قافيه آهي:

تنهنجي حسن ماريا، سوريءَ سنياريا،
انهي ڳالهه ڳاريا، هزارين هزار.

1. اهي پار آيا، نيزن جا نوايا،
نيئي سر سلايا، تنهن تون اگهار.

”جهولڻو ڪافي“: هن جو فني تعارف ۽ نمونو ٽئين حصي ۾ ڏنو ويو آهي.

# "زبان ۽ محاورو"

ٻوليءَ ۽ سريلي محاوري جي لحاظ کان ڀي سچل سائين جو ڪلام نهايت اهم آهي. سندس ڪلام ۾ نيٺ سنڌي لفظن ۽ عربي فارسي لفظن جو سهڻو امتزاج ملي ٿو. نه فقط ايترو پر موقعي جي مناسبت سان هندي لفظ ۽ سرائڪي لفظ به آندا ويا آهن. قديم سنڌي شعر جا ڪيترائي لفظ به سچل سائينءَ وٽ نظر اچن ٿا. مثلاً اتو = "چيو" ۽ اُتائين = "چيائين". قديم سنڌي شعر ۾ اهو لفظ گهڻو آيو آهي.سچل سائينءَ به اهو لفظ استعمال ڪيو آهي. پراڻي شعر ۾ لفظ "ڇر" ۽ "ڇيرو" به آيا آهن. سچل سائينءَ جي بيت جي هن سٽ ۾ اهي لفظ ملن ٿا:

"ائين "اتائين"، ته هيءَ "ڇر ڇيري" نه جهليا"

نيٺ سنڌي لفظ ويسهه ۽ وسهڻ هن طرح آندا اٿس:

"وفي انفسڪم افلئ تبصرون، ويَسهه يا وسهن"

اڌ رات کان پوءِ جڏهن رات نري يا پڇي ٿي، ته ان کي "پني رات" چيو ويندو آهي. سچل سائين اهو لفظ ڪيترائي ڀيرا آندو آهي، هڪ بيت ۾ اهو هن طرح آيو آهي:

"سُڏڪا ڏيئي سور جا، پنيءَ رات پٽن."

هن سٽ ۾ پٽن لفظ به پراڻو سنڌي لفظ آهي، جو هلڪو ڳالهائڻ، پنهنجي ليکي ڳالهائڻ ۽ ذڪر جي معنيٰ ۾ آيو آهي. اهڙيءَ طرح سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ ڪيترائي نيٺ سنڌي لفظ استعمال ٿيل ملن ٿا، جن مان ڪيترا ته ٻين ڪلاسيڪل شاعرن جي ڪلام ۾ به ڪونه ٿا ملن. نموني طور ڪجهه سٽون هيٺ ڏجن ٿيون، جن ۾ اهڙا لفظ جڙيل آهن:

"تڙ لهي "ترياءَ" شرط لنگهي پيس شهه ۾.
عاشق متان آڳ جي "اولارا" ڏين،
"پنيڙ" باهه عشق ۾ "سپورن" سڙن،
اڇيو پون "آڙاه" ۾ سر جو "سانگ" نه ڪن،
لائق لعل تين، ڪامي لهسي لوسجي.

سپ ڪنهن ويل وهن، اتن اثر "اوهيرن" جو،
مري تي مشتاق، "ڪاڪرور" لهي ولهي جي،
نيهن "نهوڙيا" "نڪٽيان"، جنهن پر ڪا پڙين،
هٽي درد "دهيون" ڪيا، سندي سپرين.

حضرت سچل سرمست سريءَ جو سرموڙ آهي. سندس ڪلام سنڌي زبان جي سريلي محاوري لاءِ سَندَ جي حيثيت رکي ٿو. سريلي محاوري ۾ "آن" گڏي جمع بنايو ويندو آهي، ۽ لاڙ ۾ "ون" سان جمع جڙندو آهي. سچل سرمست جي ڪلام ۾ هر هنڌ "آن" سان جمع بنايل آهي. نموني طور ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

"ڪوران ڪسيان واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام ميان"

ڪور = ننڍو واهه. ڪسي = ننڍي واهي، واهڙ = واهه جو جمع. ڪوران ڪسيان ۽ واهڙان آيو آهي.

"منهن ميرا، "متي ميرا"، اهڙيون "طرحان" تن"،
"چوليون "چران" تي ڪري، پيو وڄتي واءُ."

پوئين مصرع ۾ پاٽيءَ جي "چر" جو جمع "چران" بنايو ويو آهي. متين مصرع ۾ "وڄتي" لفظ بہ آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: (واءُ) زور سان لتي يا چتي. اهو لفظ بہ سريلي محاوري جو آهي. سريلي محاوري موجب "بِلي ٿياسين" معنيٰ "اختيار ۾ آياسين". اهو محاورو هن طرح آيو آهي:

"بِلي ٿياسي بره جي، بابو ٿياسي بَلي."

لاڙي محاوري موجب "ٿياسين" ٿيندو، پر سريلي محاوري ۾ "سين" جي بدران "سي" مستعمل آهي. سچل سرمست جي متين مصرع ۾ سريلي محاوري موجب "سي" آيو آهي.

سريلي محاوري ۾ اڪثر مونث وارو جمع "ون" گڏڻ سان بنايو ويندو آهي. هيٺين مصرع ۾ "سينڌي = واقفڪار" جو "سينڌيون" ڪيو ويو آهي. خود "سينڌو" معنيٰ واقفڪار. سينڌ معنيٰ واقفيت سريلي محاوري جو لفظ آهي:

"سينڌيون جي سکن، تنين گوندر گهوريا."

اتر سنڌ ۾ متي ڪٽڻ لاءِ جيڪي ڪارا ڪم ايندا آهن، انهن کي "ڏلهو" چيو ويندو آهي. ان مان فعل نهيو آهي: "ڏلهي چڏيڻ" = "پري چڏڻ يا پرڻ". سچل سرمست جي ڪلام ۾ اهو اصطلاح هن طرح آيو آهي:

"ڏلھي ڇڏيو ڏٺ سان ڏوتيين ڏيار."

لاڙ ۾ "آءٌ" ۽ "مون" استعمال ۾ اچن ٿا. سري ۾ وري انھن جي بدران "مان"ڪتب ايندو آھي. لاڙ ۾ چون " مون ڏانھن". سري ۾ چون "مان ڏي". سچل سائين "مان ڏي" آندو آھي:

"منھن ڪري بيٺو ماڏي."

اتر ۾ "ڇبي" مان اصطلاح جڙيو آھي: "ڇبٽ ڪرڻ، معنيٰ: "چوريءَ ڪا شيءِ لڪائي ڇڏڻ" اھو اصطلاح ھن طرح آيو آھي:

"ڇبٽ ڪري ڇبن ۾، وتن ڪاريھر قتيل."

شڪار ڪرڻ وقت "شڪاري، شڪار کي دوکو ڏيڻ لاءِ ھڪ ھنڌ باھ ٻاري ڇڏيندا آھن. ته جيئن شڪار دوکو کائي ان پاسي نه اچي ۽ ٻئي پاسي وڃي، جتي بندوقچي ان جي تاڙ ۾ ويٺل ھوندا آھن. ان باھ کي "اوسر" چوندا آھن. اھو لفظ سچل سائينءَ "روجھ" (جابلو ڳئون) لاءِ ھن طرح آندو آھي:

"ڏڪيا اوسر ڏينھڙا، ٿيون گذارن ھت."

"جانورن جي ھلي اچڻ" لاءِ ٻھراڙيءَ جو اصطلاح "پري اچڻ" ھن طرح آيو آھي:

"پري آيون پيئي تي، پھاڙئون پري"

مٿين مصرع ۾ ھڪ ٻيو ٻھراڙيءَ جو لفظ "پيئي" به آيو آھي، جنھن جي معنيٰ آھي "تڙ"، يا جانورن جي پاڻيءَ پيئڻ جي جاءِ.

اُتر ۾ "سرِ ڪٽڻ"، "موت جو سبب بنجڻ" جي معنيٰ ۾ ڪم ايندو آھي. اھو اصطلاح سچل سرمست جي ڪلام ۾ ھن طرح آيو آھي:

"سالڪ ساز سرود جي، سُرَ سان سرِ ڪنيو"

ٻھراڙين ۾ ڪن خاص ڪمن لاءِ سيني ڳوناٽن کي سڏي، ڪائنن مدد ورتي ويندي آھي. آخر ۾ کين تانھري يا ڪو ٻيو مِٺو ٻَت ڪارايو ويندو آھي. انھيءَ کي "وربون وھڻ" به چيو ويندو آھي. اُتر ۾ ڪن ھنڌ ان کي "وھل وھڻ" به چيو ويندو آھي. انھيءَ موقعي تي جيڪو سادو رَپ جھڙو ٻَت ڪارايو ويندو آھي، ان کي "لپي" چيو ويندو آھي. سچل سرمست "وھل وھڻ" ۽ "لپيون" گڏ ڪم آڻي ٿو:

"وھين، وھل، لپيون، ٿي پيٽ پاريا تن پنھنجا"

ٻھراڙيءَ ۾ جڏھن ٻه پائر نه نھندا آھن، ته گھر جي وچ تي پِٽ ڪدي يا سَتر ڏيئي، گھر کي ٻن حصن ۾ ورھائيندا آھن. انھيءَ پِٽ يا پَتر کي "وِري"

ڇئبو آهي ۽ پت ڪڍڻ کي "وِري وڃڻ" چيو ويندو آهي. نندين نندين جڳهين کي وري "ويريون" چيو ويندو آهي. سچل سائين لفظ هن طرح تو آڻي:

"جهل جهڳن کي ڪانـ ڪا، وِريون ۽ ويريون"

اُتر جي ٻهراڙين ۾ "خاصو" کي "خاشو" بنائي "عمدو" يا "سنو" جي معنيٰ ۾ آندو ويندو آهي. "خاشيون" جو ضد وري "راشيون = خراب." آندو ويندو آهي. سچل سرمست اهي ٻئي لفظ هن طرح آندا آهن:

"سي پلي‌ءَ لڳي پوءِ ڇام جي، تيون خوراڪين خاشيون"
روءِ هيون راشيون، پر سمي ڇام سهاڻيون.

پوئين سٽ ۾ هڪ ٻيو لفظ "سهاڻيون" ڪم آيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: پسند آيون. هي لفظ بہ سري جي محاوري جو آهي. "اولجلول" انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ چيو ويندو آهي، جنهن کي ملڪ جهان جي ڪا خبر نہ هجي. اهو لفظ هيئن آيو آهي:

"قدر تن کي ڪهڙو، جي آهن "اولجلول"

"اروڙ" اتر سنڌ جي قديم شهر جو نالو آهي، پر ان جي لفظي معنيٰ فقط سچل سرمست ٻڌائي آهي. سچل سائينءَ اهو لفظ ڍير، ڍِڳ يا انبار جي معنيٰ ۾ آندو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ انهيءَ قديم سنڌي لفظ جي معنيٰ آهي: ڪٺي اناج گڏ ڪرڻ. جيئن تہ اروڙ جي چوڌاري سرسبز کيت هئا ۽ اروڙ هڪ وڏي منڊي هو، انهيءَ ڪري ئي ان شهر تي اهو نالو پيو ٿو ڀانئجي. سچل سائين فرمائي ٿو:

"ناپي ۽ ڏٽ ڏيِ جا آڻيو ڪن اروڙ."

سري ۾ ڪير وارن ڏورن خاص طرح سان مينهن کي سسيون چيو ويندو آهي. وڏيڪ جي معنيٰ ۾ وري ٻهراڙيءَ ۾ "سجيهہ" لفظ ڪتب ايندو آهي. اهي ٻئي لفظ سچل سرمست جي هڪ مصرع ۾ هن طرح آيا آهن:

"ساول ڪائي سبزيون، تيون سجيهہ سسيون."

اٽانگي، ڏکئي يا جهيڙاڪار لاءِ "اوپڙو" لفظ اتر جو نيٺ سنڌي لفظ آهي. اهو لفظ هن طرح آيو آهي:

"توڙي اهڙيون اوپڙيون، تہ پيي سمي ڇام سهاڻيون."

"لجائڻ" جي معنيٰ ۾ اصطلاح "ڪارو ڪرڻ" ڪم ايندو آهي. اهو لفظ سچل سائينءَ هڪ ڪافيءَ ۾ هن طرح آندو آهي:

"ڪارو ڪج نہ ڪيچ ڪي، چپر تان ڇڏين، وو."

چپ ڪري ويهڻ، يا خاموشي اختيار ڪرڻ کي "چپ ڪرڻ" چيو ويندو آهي. اهو لفظ هن طرح ڪم آيو آهي:

"تڏهن چپ ڪرڻ تو ڇاهي"

"تپائي ڪٽڻ" جي بدران "تائي ڪٽڻ" قديم سريلي محاوري جو اصطلاح آهي. اهو هن طرح آندو ويو آهي:

"تنهنجي دل ڪنئين تنهن تائي."

ڊيڄارڻ ۽ ڊپائڻ لاءِ قديم اترادي محاورو آهي:

"سهمون ڏيڻ" ان مان لفظ بنيو آهي. "سهمناڪ" = ڊيڄاريندڙ. اهو لفظ سچل سرمست جي شعر ۾ هن طرح آيو آهي:

"سهمناڪ" سندا سي سوڙها"

سريلي محاوري "وِٿ" وٿي يا فرق جو معنيٰ ۾ ڪتب ايندو آهي. سچل سرمست اهو لفظ هن طرح آندو آهي:

"اوڏانهن وِٿ مٿان پوي، گهنگهر اي گهارن"

سريلي محاوري ۾ "بس ڪرڻ" لاءِ قديم لفظ آهي:

اوڪاٽجڻ يا "اوڪار جڻ". سچل سرمست جي شعر ۾ "اوڪارجڻ" مان "بس ڪن" جي معنيٰ ۾ "اوڪارڻ" آيو آهي. عام محاوري ۾ چوندا آهن: "پاءُ پاٽي لڳي، تہ ڏيان". يعني "مون ڏي منهن نڪري، تہ پلؤ يا عيوضو ڏيان". سچل سائين اهو اصطلاح هن طرح آندو آهي:

"مون تي لڳندو ڪونہ ڪو، پيارا 'پاٽيءَ' پاءُ."

ٻين ڪلاسيڪل شاعرن جي سنڌي زبان جي نحوي بناوت وانگر سچل سرمست جي سنڌي زبان جي نحوي بناوت ۾ بہ ضميري پڇاڙيون ملن ٿيون. "حرف جر" جي پڇاڙين جا ڪجهہ مثال هي آهن:

(1) اچي اوتڙ پاءِ، گهڙيس گهوري جندڙي.

"او تڙپاءُ" معنيٰ: اوتڙ ڪان، هيٺين مصرع ۾ "وٽاٽين" معنيٰ "وٽاٽن تي" ڪم آيو آهي:

”يٽاريون پٽن تي ’وتاٽين‘ وريون“

هيٺين مصرع ۾ ”چپرئون“ ”چپرن مون“ ڪم آيو آهي. هن ۾ ٺيٺ سنڌي لفظ ”چنپ“ به آيو آهي:

”جو ڳالهيون ٻڌي تا تهنجون چپرئون وهن چنپ“

هيٺين مصرع ۾ ”سورٺ“ جي ”ٺ“ تي زير ”اضافت“ ”جو“ جي معنيٰ ۾ آئي آهي:

”اصل انيراءِ جو سورٺِ وَرَسان وير“

هيٺين مصرع ۾ ”اوندوهون = اندوه يا غم کون“ آيو آهي:

”اندوهون آزاد، ڪندا ڪمينيءَ ڪي.“

”مون کون“ جي بدران ”مونهون“ آيو آهي:

”جو ڏاڏاٽو ڏيهه، مونهون مور نه وسري“

هيٺين مصرع ۾ ”توڙئون = توڙ کون، منڍ کون“ آيو آهي:

”توڙئون ڪين تنهين هڏ تهڪي“.

هن مصرع ۾ ”خاڪو = خاڪ مون، مٽي مون“ آيو آهي:

”خاڪون هلج خاص تي، ڪر پاٽيءَ ڪون پرواز ميان“

هيٺين مصرع ۾ ”سائين“ جي پويان ”ءَ“ ڪي جي معنيٰ ۾ آهي:

”عاشق جي الله جا سائينءَ سيبائين“

هن سٽ ۾ ”برهي“ جي پڇاڙيءَ واري ”ي“ اضافتي پڇاڙي تي آئي آهي ۽ ”جي“ جي معنيٰ ڏئي ٿي:

”موٺ مران ٿي ميندرا، برهي چاڙهيءَ بار“.

انهن کان سواءِ فعل واريون پڇاڙيون به آيل آهن. هيٺ مصرع ۾ ”جهبيون = جهبيون ڏيئي، چڙٻون ڏيئي“ ۽ ”جهيڙيون = جهيڙو ڪري“ آندا ويا آهن. يعني ”ئون“ پڇاڙي ”ڏيئي“ ۽ ”ڪري“ جي معنيٰ ۾ آئي آهي:

”وٺن ماٺڪ موتئين، تنهن ڪون جهبيون ۽ جهيڙيون.“

اهڙيءَ طرح پڇاڙين جا ڪيترائي نمونا ملن ٿا، جن مان ٿورا مثال مٿي ڏنا ويا آهن. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته سچل سرمست جي شعر جي نحوي بناوت، اهڙي ئي آهي، جهڙي قديم ڪلاسيڪل شعر جي نحوي جوڙجڪ آهي، جيڪا ڪجهه قدر هينئر بدلجي ويئي آهي. سچل سرمست سرائڪي زبان جو به اعليٰ درجي جو شاعر آهي. ان کان سواءِ خيرپور ۾ سرائڪي زبان عام هئي. انهيءَ

ٻري سندس سنڌي ڪلام ۾ سرائڪي لفظ ۽ محاورا گهڻي قدر آيا آهن. سندس سرائڪي ڪلام ۾ وري ڪي سنڌي لفظ شامل ٿي ويا آهن. فارسي ۽ عربي لفظن کان سواءِ هندي لفظ بہ نهايت سهڻي نموني جڙيل ملندا. مطلب تہ نيٺ سنڌي لفظن سان گڏ، ڪٿي عربي ۽ فارسي لفظن جو، ڪٿي هندي شيدن جو ۽ ڪٿي سرائڪيءَ جي سلوڻن لفظن جو سهڻو امتزاج ملندو. طوالت جي خوفان نمونا نہ ٿا ڏجن.

سچل سرمست جي ڪلام جي اها خاص خوبي آهي تہ جيڪا بہ تمثيل آڻي ٿو، تہ ان سان تعلق رکندڙ منظر نگاري، ڪردار نگاري ۽ سيرت نگاري بہ خاص انهيءَ رنگ ڍنگ ۽ حقيقت پسندانہ نوع ۾ پيش ڪري ٿو. مارئيءَ جو ذڪر ڪري ٿو، تہ ٿر جي زندگي، مارن جي اُٺن ويهڻي انهيءَ رنگ ۾ پيش ڪري ٿو ۽ اتي جا مخصوص لفظ بہ آڻي ٿو. اهڙيءَ طرح وري سهڻيءَ ۾ درياهہ سان تعلق رکندڙ منظر پيش ڪري ٿو، ۽ درياهہ سان لاڳاپو رکندڙ خاص لفظ ۽ اصطلاح ڪم آڻي ٿو. سارنگ جي بيان ۾ وري مينهن جي وسڪاري سان تعلق رکندڙ ڳالهيون، انهيءَ خاص لفظن ۾ بيان ڪري ٿو. "روجهہ" جبل جو جانور آهي، جو ڳئون سان مشابهہ هوندو آهي. ٿري ماڻهن وانگر هو بہ برسات پوڻ کان پوءِ پنهنجي ماڳ موٽي ايندا آهن. "روجهہ" جي تمثيل سچل سرمست کان سواءِ ڪنهن بہ سنڌي شاعر نہ آندي آهي. روجهہ جي بيتن ۾ وري جبل جو ذڪر آهي ۽ روجهہ جي گذران جو بيان آهي.

اهڙيءَ طرح "نوريءَ" جي ذڪر ۾ مهاڻن جي رهڻي ڪهڻي، انهن جو قوت گذران، ڍنڍن جي پيدائش، ڍنڍن جا منظر، ٻيڙين جا نظارا ۽ اهڙي قسم جون ٻيون ڳالهيون نهايت سهڻي رنگ ۾ بيان ٿيل ملنديون. ان کان سواءِ مهاڻن جي رهڻي ڪهڻي ۽ ڍنڍن سان تعلق رکندڙ خاص لفظ ۽ اصطلاح بہ موزون ۽ مناسب نموني ڪتب آيل آهن. سسئيءَ جي بيان ۾ وري وندر جي واٽ جو ذڪر آهي ۽ جبل جهاڳڻ جا منظر آهن.

جوڳين جي بيان ۾ جوڳين جي جٽائن، تپسيائن ۽ انهن سان تعلق رکندڙ ٻين ڳالهين جو ذڪر آهي. مطلب تہ "جهڙو ديس، تهڙو ويس" جي مصداق هر تمثيل ۽ هر ڳالهہ کي انهيءَ رنگ ۽ انهيءَ زبان ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

---

# حصو پهريون

## بيت

### وحدت ۽ ڪثرت

(1)

هڪ سفر ساعت، ٻيو سفر سال جو،
پهريون تا راحت، پويون تا پوءِ رهيو.

(2)

جڏهن وهين فڪر ۾، خاصو ڪري خيال،
تڏهن فرق وارا في الحال، بند ٻڌنڊءِ وچ ۾.

(3)

حڪم هلي تو جنهن سان، سو ڪر پيدا پاڻ؛
صورت سان سڃاڻ، منهن ڪري مرت ڪي.

(4)

"تون" هي سان تون لپين، "مان" ليان "تو" سان،
"تون"، "هي"، "آءُ" سڀهين، "لا" ۾ موجودات تي.

(5)

جاڏي ڪياڙي، سجدو تاڏي نه ٿئي،
جاڏي مهاڙي، سجدو تت صحيح ٿيو.

(6)

جيڪي آهي هتِ، هُتِ بہ اُهوئي اَٿئي،
پَجُ اهائي پتِ، تان تون اهوئي رهين.

(7)

جهڙو آهين تهڙو هوندين، فاني ٿيندين ڇا؟
سُڌ پنهنجي سرَ جي، ڪامل پَيڙءِ ڪا،
ڳالهه نه سمجهيءِ سا، آوازي "اَناالحق" جي.

(8)

سچل سارو سچ ٿيو، منجهان ڪثرت ڪل،
الف مون آدم ٿيو، ڪري هنگامو هل.

(9)

اَچي اوتڙياءُ، گهڙيس گهوري جندڙي،
چڙهيس ڏاڍي چاهه مئون، مستي موج متاءِ،
تڙ لهي تڙياءُ، شرط لنگهي پيس شهه ۾.

(10)

مات ڪريان تان مُشرڪ ٿيان، ڪُچان تان ڪافر،
انهيءَ وائيءَ ور، ڪو سمجهي "سچيڏنو" چوي.

(11)

مَجُ مچايو من ۾، ٻاڦ نه ٻهر وڃهن،
وتن ويڳاڻا ورهه ۾، نيٽين ننڊ نه ڪن،
سڏڪا ڏيئي سورجا، پني رات پٽن،
پنهنجي پر ۾ پاڻ ڪي، تا پر تئون پڇائين،
سڪيو ساميئڙن، عشق اهو سي آويءَ ڪان.

(12)

حديسن وچي هرڪو، لاحد وچي پيسر،
سچو سو فقير، جو حد لاحد لنگهي وڃي.

(13)

پاڻ وڃائي پاڻ، ڳولهي لهج پاڻ کي،
پاڻ منجهان ٿي پاڻ کي، پوندي ڇاڻ سڃاڻ،
مکڻ اکر هيڪڙو، سوئي ڪير سنياڻ،
اهو اَٿئي اَهڃاڻ، ڳهلا انهيءَ ڳالهه جو.

(14)

ڏيو ٻاري سچ کي، ته ڏاهرين ڏنو،
ڪتو ۽ منو، چرين ساڳي چت ۾.

(15)

هڪڙو ڏنم موج ۾، تهن ۾ مير ملاح،
مڇيون مارن اوچتي، بانڪا بي پرواھ،
لهر بحر جا حاڪم ڇاٽي، شور يا وتن شاھ،
هنڌ سنڌ تي فلڪ نه آٽن، مارن ملڪ سپاھ،
وائڙا رکن تن متان، ويچارا ويساھ،
آسرا آڏيئن جا، آهن منجهه الله،
ڏيئي پاند پناھ، رکي ونندو راڄ کي.

(16)

قوس قزح ڪمان، ابرو عجيبن جا،
ضرب ظلم جي زور سان، اڇلن الامان،
سل هٽن تا سيني ۾، پنبڻين جا پيڪان،
نيزا نيهه نشان، "سچل" سرها ٿيا.

(17)

ڪجا ڪج محراب، منهن تي محبوبن جي،
ڏنگا ونگا واھ واھ، مصحف جا اعراب،
ستون سيپارن جون، پڙهڻ ٿيون ثواب،
برهه سندا باب، "سچل" سڀ ختم ٿيا.

(18)

ساقي ڏيج سُڻي، سُرڪ صراحيءَ مان ڪڍي،
پڪ پيارج پارڪو، محبت جي مڻي،
پيڻ سان پڻي، پاڻ ڏيان جيئن پاڻ کي.

(19)

قطرا آب عرق، سونهن سچڻ منهن تي،
جرڪن جهلڪن تا ائين جيئن پَنين ماڪ مرڪ،
داتا ڪَنَ درڪ، دل ۾ درديلن جي.

(20)

مصحف پاڪ چوان، مُنهنڙو محبوبن جو،
آيتون منجهه عشق جون، مطالع ڪيان،
قاري اَچي ڪو پڙهي، هجي هيءَ روان،
حرف سڀ سنوان، ڏنگو ڏسان ڪينڪي.

(21)

گوندر گُهمي جي لهان، تان سک سوين ساڙيان،
آءٌ پڻ ڪيئن پاڙيان، ڏک سکن سان سرتيون.

(22)

اُتران اوري، ڪئي چمڪٽي چمڪات،
اُتان ڪيائين اوچتي، لس پيلي تي لاٽ،
منڊل ٿيا مڪران تي، گوڙن جا گڙ گات،
ڪڪرن مٿان ڪيچ جي، ڦڙڪي ڪاڏا ڦات.
وري ورتئون وات، "سچل" سائي سنڌ جي.

(23)

"سچل" سائي سنڌ جي، وري ورتئون وات،
جهڙ ڦڙ جهلي آئي، جهٽڪو ڏيئي جهات.
وسي پيا وڏڦڙا، گهيڙ پُسائي گهات،
لاٽي اُج اُسات، سارنگ سنگهارن جي.

(24)

سارنگ سڀ ساري رات، رٽن مٿي ريج ڪيا،
پکن پرڙا سوئيا، پرهه ڦٽي پريات،
پٽن تي پندرا ٿيا، گل ڦل پاتون پات،
وائي سڀ ڪنهن وات، "سچل" سارنگ سات جي.

(25)

وات ڪري وائي، اَچ پڻ ڪانگ قريب جو،
ڪي جو چيائين چنهب سان، تنهنجي لڇ ڏاڍي لائي،
اَندر ڪي آئي، چڻ چر چيري سنڌڙي.

(26)

سُرَ سنواريو سرَ کي، سرَ سنواريو سُرُ،
جو آهي سورٺ وَرُ، سو ڏيڻ کان ڪتي ڏري.

(27)

يانَ ويهي پنئيءَ، تو تندڙي تنواري،
ماري وري منگتا، تو جندڙي جياري،
گهر تي ڏيان ڏوليون، موتن مهاري،
پرهه ڄو تو پريم جي، آءِ پڪڙي پياري،
مافا وٺ هي موتئين، جڙاءِ جواهري،
سلطنت ساري، سالڪ تو صدقي ڪريان.

(28)

آهيان سوالي سر جو، گهوٽ نه گهرجي راڄ،
مگتو نا محتاج، ماڻڪ موتي مال جو.

(29)

سورٺ متان مگتي، گهوران تي گهوري،
رپا سون سبيل وٺ، تارازيءَ توري،
متو وڃ نه منگتا، محبوبن موري،
لائق نه هڪ توري، سورٺ تنهنجي سپرين.

(30)

وهين وهل لپيون، تي پيٽ پاريا تن پانهنجا،
ڏنيون ڏٽ ڏپ جون، تي جهپيرن جهپيون،
ککيءَ خاطر ڏبيريون، ڏڻ منجهه ڏپيون،
جي کائن پبڻ پپيون، سي چُوريءَ تي چريون ٿيون.

(31)

هين لگين ليڙيون، مُنهن نه موچاريون،
سي تو چام وهاري وٺ ۾، ڪري ملاحن ميڙيون،
تو پڳيون جوڙائي ڏي، ڀهڳڻ تن پيڙيون،

وٺن ماڻڪ موتئين، تنهن ڪئون جهپيون ۽ جهيڙيون،
توڙي آهڙيون اوڙيون، تہ پي سمي چام سُهاڻيون.

(32)

پارس لڳي سون ٿيون، لوهاڻيون لوريون،
جهل جهڳن ڪي ڪانہ ڪا، وريون ۽ ويريون،
محلين رهن مير جي، مُهاڻيون ميريون،
سمي ڏنا سهاڳ ڪي، سهج ۽ سيريون،
ڪوجهين مان سهڻيون ٿيون، جهٽ پٽ جهپيريون،
تماچي تيريون، ڪينجهر جون ڪِنيون ڪٽي.

(33)

لانگو ٿيون لاشيون، هيون وهہ وهل جي وچ ۾،
سي پلئہ لڳي پوءِ چام جي، ٿيون خوراڪين خاشيون،
لعلن ياقوتن جون، وٺن ڪينهن ڪماشيون،
جن پاسا هريل پن تي، تن فراشين فراشيون،
تا پي تماچيءَ ڪي، ڪن طرحين تلاشيون،
روءِ هيون راشيون، پر سمي چام سهاڻيون.

(34)

مُهاڻي جي من ۾، نہ هو گيرب گاءُ،
نيڻن سان ناز ڪري، ريجهايئين راءُ،
سمو سيني ڪانءُ، وٺي ويني پاڻ سان.

(35)

ڪيچئون آچي قافلو، مون وٽ ٿيو مهمان،
"سچل" ساري سات جو، مون آرياڻي اڳوان،
مولي مهربان، نذر نسائيءَ سي ٿيو.

(36)

گولئيس گڏينداياس، پورهئي ڪارڻ پاڻ ڪي،
پنهنجي تان پرينءَ ڪي، 'سائين' سڏينداياس،
ڪنهن جن نہ چڏينداياس، ههڙن هوتياڻن ڪي.

(37)

پورهيت چام پنهونءَ جي، اَصل ڪئون آئين،
تون گولن سندي گولڙي، هو سنڌءِ تيا سائين،
ڪاپو ڪمائين، ڪُلو ساري ڪيچ جو.

(38)

ڏوليا تو لئہ ڏٺ ۾، آءُ وتان ويڳاڻي،
راتيو ڏينهان اوتيان، پنبڻين مان پاڻي،
لتا مون ليڙيون تيا، هيءَ پوتي پراڻي،
تہ بہ راڻي جي راڻي، سرتيون سڌن ساڻيهہ ۾.

(39)

ڳئون چاريندس ڳوٺ جون، ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ،
اها روح رهاڻ، من پيي ميلي محب سان.

(40)

ريجهي روح رانجهي سان، ڪيڙو ڪپڙ تال،
وڏؤن وجهي وچ ۾، چوچڪ ڏسي چنڊال،
مادر مهٽا ججها، جهيڙي جهنگ سيال،
منو مون مهوال، مون ڪان مور نہ وسري.

(41)

جوڳي آيو جُوءِ ۾، مرڪٽو مٽدار،
مرليءَ مستانا ڪيا، جنهن جي لک هزار،
ڪاريهر ڪردار، نيلا ناٿ نوائيا.

(42)

ور وتا ويڙهيچن جا، اهي موتئين مالهڙيون،
راس نہ اَچن روح ڪي، تالهہ ۽ تالهڙيون،
سنگهارن جون سومرا، چڳيون چالڙيون،
جو فخر ڦوڪي سنديون ڪن دانَهہَ دالڙيون،
ورسي لويون لاک جون، پن شال ۽ شالڙيون،

اَئـئي پهر آهن اکيون، منهنجيون عمر آلڙيون،
ڪامل تنهنجي ڪوٽ ۾، وڃهان ملڪين ڦالڙيون،
شال سٽندو سو ڏٽي، مون نذر نالڙيون،
وڃي ڳُجهيون ڳالهڙيون، ڪندس سرتين ساڻ ساٿيهه ۾.

(43)

هت ڏين مارو ڏاج ۾، چاٽي چارڙيون،
پيون آهن سپ کي، اهي ويڙهيون وارڙيون،
سي چوندين پيون پرهه جون، نائي ڏارڙيون،
وڃهن گوندن سنديون، ڳچيءَ ڳارڙيون،
پوءِ کنيو کارڙيون، وڃن لوئڙ ياريون لوءِ ڏي.

(44)

عمر اَچا ڪپڙا ڪاٽياريون ڪن ڪيئن،
جهڙي آيس جيئن، شل تهڙي مارن ڏي وڃان.

(45)

ڪچو سچو ڪين تي، تسوڙي اَچي رنگ،
سچي سندي سنگ، ڪچا سچا تي ويا.

(46)

هٽي هٽي هيچ تي، هت تيس هيٺا،
سپاريائين "سچو" چوي، لاڪي ڪي ليٺا،
بُڌنديءَ جا پيٽا، ساهڙ ڪيا سير ۾.

(47)

دلي سا هئي دل، دادليءَ دلير جي،
انهيءَ ڏنس اوچتي، جل اندر اجل،
ڪل نه هوئي ڪنيار کي، ته خاڪيءَ منجهه خلل،
مٽيءَ جو محل، پُرزا پاٽيءَ ۾ ٿيو.

(48)

جي تون مارڳ تي مرين، وڏا طالع تو،
سانول ساڳي سو، متان تنو هت ڏي.

(49)

آٺــي كــانگ ڏنيــاس، كتــابت قريــب جـــي،
پـَــهو كتينــدي پـَـٽ پيــس، چوهــون تنــدُ ڇنيــاس،
پيچــون پيــچ ٿيــاس، روئنــدي چولــي چـِــكَ ۾.

(50)

ســَـــنيها جــي ســچڻان، ســـيءَ ســاري ڏنــائين،
اِئيـــن اُتـــائين، تـــه پـــاڻُ نـــه آڻـــج وچ ۾.

---

# حصو ٻيو

## ڪافيون

(1)

هيڏي هوڏي نہ نهار،
تنهنجي ويڙهي سو يار وسي ٿو.

1. ساڻ سدا آهي تان تنهنجي،
پرين نہ آهي ٻي پار.
2. ڦولهي لهج پاڻ مان،
ڇو ٿو وجين وٽڪار.
3. "وفي أنفسكم أفلا تبصرون"،
ويچهو ڪيم وسار.
4. پرين نہ پڇج پنڌڙا،
تون "سچل" پاڻ سنڀار.

(2)

ڀول نہ ٻي ڪنهن ڀل،
تون تہ آدم ناهين.

1. لکو تو لاتيون ڪرين، جيئن باغ اندر بُلبل.
2. مَلڪن تي سجدا ڪيا، واه متي تنهنجو مُل.
3. ڪير ٿپائي ڪير ڪُڏائي، شاه بنا دلدل.
4. احد منجهارئون أحمد سڏايئہ، هئين تا پاڻ أصل.
5. "سچل" ڇوي سچ تي آئين، ڪونهي تنهنجو تُل.

(3)

جيئن سچ آهي پريشان،
سوئي ڳولي سچ ڪي.

1. مڇلي جيئي آب سان، آب پڇي طغيان.
2. تارو پڇي نجم ڪي، موج پڇي مهراڻ.

3. قــڙي پچــي مينهـــن كـــي، شـــاه ڳولـــي ســـلطان.
4. هـــو مڙيئـــي پـــاڻ ٿيـــو، كيـــر ٿيـــا حيـــران.
5. "ســـچوَ" جـــي صفـــت ۾، اهـــو بـــاريءَ كيـــو بيـــان.

(4)

عاشــق ڏســڻ ۾ آيــو، محبــوب گــل سناســي،
عبــرت عجــب عجــائب، اســرار رنــگ عباســي.

1. برهـــي جـــي اک ببينـــي، كـــائي مثـــال چينـــي،
تــوڙي رنگــون رنگينــي، چينــيءَ جــي مـِـٽ نــہ كاســي.
2. گـــل آب جـــاءِ جـــاتي، محبـــوب راز تـــاتي،
عاشــق ڏســڻ كئــون كـــاتي، رهنـــدو پتنـــگ پياســـي.
3. "صورت" ۾ جاءِ "دم" جي، دم ريءَ نہ صورت كم جي،
دم ۾ جـــا لـــذت غـــم جـــي، وه واه ڳالهـــہ خـــاصي.
4. ابليـــس جـــي وڏائـــي، هـــر ســـانس تـــي ســـوائي،
جيـــوڻ تـــہ دم پلائـــي، نـــہ تـــہ تحـــت نحـــس ناســـي.
5. ثـــابت "ســـچل" ســـچاري، يـــارن جـــي يـــاد يـــاري،
وحـــدت جنيـــن وســـاري، تـــن تـــن متـــي اٽاســـي

(5)

پاڻ پنهون آءُ آهيان، اُڙي پينر پلي ناهيان.

1. تيـــون منكـــر ڳالهـــہ انهـــيءَ كئـــون،
چـــوُ تـــڏهن پيـــو چاهيـــان.
2. كيـــچ پنيـــور يـــي وســـنوَ اَســـانجي،
كهـــڙي طـــرف آءُ كاهيـــان.
3. هـــر كـــو چـــوي تاسهســـين عاشـــق،
نـــانءُ پـــاڻ ئـــي تـــون لاهيـــان.
4. هـــِـت هـــُـت آهـــي صـــورت منهنجـــي،
ٿاهـــہ نـــہ كـــو پيـــو ٿاهيـــان.
5. پنهنجـــو پـــاڻ ئـــي ســـان يـــار،
"سچو" ڙي، نينهن اهوئي لايان.

(6)

محبوب ڳولهي ڏس من ۾،
من ۾ اتئي سو تن ۾.

1. واهه ڪاريگر ساز بنايئي،
"ڪُن فڪيون" جي ڪن ۾.

2. بي فائدو بازار گهمين تو،
گل ڦل باغ بدن ۾.

3. چوريءَ چوريءَ سير ڪرين تو،
تنهنجو چاهه چمن ۾.

4. "سچل" سائين صحي ڪري ڄاتم،
يار ڳڌيو ڪڪ پن ۾.

(7)

چؤ ميان عشقا ڪيئن، تون سوين سيل بنائين ٿو!
يا تون آهين ذات ديوانو، جو ڪيڏا ناهه ناهين ٿو.

1. ڪاٿئين مُلا قاضي تون،
ڪاٿئين سيد سڏائين ٿو.

2. ڪاٿئين مغ برهمڻ تون،
ڪاٿئين ٻانگ ٻڌائين ٿو.

3. ڪاٿئين مُنهن ۾ محراب،
ڪاٿئين تلڪ لائين ٿو.

4. ڪاٿئين تسبيحان تون سورين،
ڪاٿئين ٻٽيان پائين ٿو.

5. ڪاٿئين پيرين آهين پيادو،
ڪاٿئين بور بچائين ٿو.

6. ڪاٿئين منبَر واعظي،
ڪاٿئين پوٿيون پڙهائين ٿو.

7. كاتئين زربفت قبائون،
كاتئين ليڙان لڙكائين تو.

8. كاتئين ڏيئي شرعي فتويٰ،
كاتئين منصور مارائين تو.

9. كاتئين هنومانُ كونائين،
كاتئين ڏهيسر ڏسائين تو.

10. كاتئين ٿئين رام يا سيتا،
كاتئين لڇمڻ لكائين تو.

11. كاتئين نمرود ابراهيم ٿي،
كيئي بيك بنائين تو.

12. كاتئين ٿي فرعون يا موسيٰ،
سڀ صورت ۾ سمائين تو.

13. كاتئين ٿي بادشاهه ملك جو،
سارو ديس دَٻائين تو.

14. كاتئين ٿئين غرض گدا گر،
كاتئين ٺوليون ٺكائين تو.

15. كاتئين مفتي تون "خدائي"،
كاتئين 'أنا الحق' فرمائين تو.

(8)

حكم تنهنجو تو هلي،
پر ڏوهه پاڻ ٿي كي ڏيان!

1. آهي "فَعال لِمَا يُريدُ"،
ناءِ هيءَ كاڏي نيان؟

2. آهي "وَ بي يَنطق و بي يُبصر"،
تر نه توريءَ جيان.

3. جاڏهن آچي ظاهر ٿئين،
هل هيج مان تاڏي هيان.

4. "يرجـــع الِـــيٰ اَصلـــهِ".
سڻ مامر هيءَ موهان ميـان.
5. گمنـــام غمـــزي ۾ كريـــن،
ساڳيو سچل سوئي تيـان.

(9)

پـــُـچو نـــ مـــُـنهنجي ذات،
جوئـــي آهيـــان ســـوئي آهيـــان.
1. اَڄـــ اَســـانجو تيـــو اتـــاهين، جـــاتي ڏينهـــن نـــ رات.
2. ظـاهر آهي زبـانئون منهنجـي، "الاقـرب" سندي كلمـات.
3. "سـچل" سر سهي كيـو پنهنجـو، عشـق منجهـان عشـقات.

(10)

ٻيو كو ڄاڻڻ محض گناه، هر كنهن صورت آپ الله.
1. كتـــي گـــدا گدائـــي والا، كتـــي شاهنشـــاه.
2. دونهـــان ڏيـــک متـــان كـــو ٻولـــي، اولـــي ابـــر مـــاه.
3. "وننفخـــت فيـــه مـــن روحـــي" آهـــي، ســـهي كـــر ســـاه.
4. خلـــق الاشـــياءَ فهـــو عينهـــا، اهـــو قـــول گـــواه.
5. صـــورت، منجهـــ "ســـچل" جـــي، ٻولـــي پـــاڻ ئـــي بيپـــرواه.

(11)

دم دم جا ديدار، وو، اَپر اَسانجي نارَ تي.
1. ٻگـــا ڏانـــند ٻڌائـــون ٻيئـــي،
تـــن جـــي ڳالهـــ كريـــان آءٌ كيهـــي،
وهـــــــن ذارو ذار،
ڳـــاڏيءَ جـــي ڳتكـــار تـــي.
2. پـــاروني هكـــڙي، چكريـــون ٻيئـــي،
ارا انهـــن جـــا آهـــن اهيئـــي،
وهـــن بـــارو بـــار، وو،
لـــٿ واري للكـــار تـــي.

3. ڦرهيون ونگڙيون، آهن اوياريون،
اڙيون سوئهن مال موچاريون،
جهلڻ جا جهلڪار، وو،
لوٽن واري ڏڏڪار تي.
4. ڏيڍي چونڪ جوئر جا نسري،
ڳنا تنهن جا ماکي مصري،
کيرن جا ٻه خمار، وو،
آهن پيهي واري پونجار تي.
5. کانگ کانگيرو، وهين واهيرو،
ڪبرن ڳيرن ڪيو اچي گهيرو،
ڳوڙهن جا وسڪار، وو،
جهرڪن جي جنسار تي.
6. آيو نيسر پڙيچ ۾ پاٽي،
مرشد اچي تيڙم ساٽي،
سا جوئر پچايم جار، وو،
آهن ڪم ”سچل“ جا ڪلتار تي.

(12)

نه مان مريد نه مان پير،
ساري فقر جو فقير.
1. نه مان حاڪم، نه مان ظالم،
آهيان اُمت جو اَمير.
2. نه مان طاعت، نه مان تقويٰ،
آهيان وره جو وزير.
3. نه مان گهمڻ، نه مان گهٽڻ،
آهيان عشق جو اَسير.
4. نه مان ڪُڇڻ، نه مان پُڇڻ،
آهيان دوست لءِ دلگير.
5. ”سچو“ ٻَڌو محڪم سر تي،
محبت جو منڌير.

(13)

اسين آهيون! ڇا اَسين آهيون؟
بيلي، نہ تا ڇاڻون، ڇا اَسين آهيون.

1. ذري باران برساتيون لايون،
ذري پرن ٿيون وڏيون باهيون.

2. ذري پڙهون تا نمازان روزا،
ذري لوچ َمتي تون لاهيون.

3. ذري چئون تا "آهيون" "اَسين ئي"،
ذري چئون تا "اَصل ناهيون".

4. ذري آرام آهي من دل کي،
ذري وهايون نيٽئون واهيون.

5. ذري چئون تا "آسان پاڻ سجاتو"،
ذري چئو تا "اَسين ڇاهيون".

6. "سچو" اَصلئون سوئي آهين،
ٿاهہ هتي بيو کيهو ناهين.

(14)

مون ۾ عيب اَپار،
سچڻ تنهنجي ٻانهڙي آهيان!

1. ٻانهن جي آءٌ ٻانهي آهيان،
ساري سڀ چمار.

2. هئان هميشہ هوت سان،
شال نہ تيان ڌار.

3. هيءُ سر صدقي تو تئون،
سِسي ساڻ ڪپار.

4. اوچڻ ڪنديس اکيون،
پٿر ڪنديس وار.

5. ساهہ "سچو" جو سوگهو ڪيڙو،
رکي ياراڻو يار.

(15)

مانَ پرينءَ پهچائي، هي نياپو کو نيئي!

1. ڳِــــچيءَ پــائي ڪپــڙو، پاچيــاٽيءَ پرچــائي،
حــال ڏســي وچ هيئـــي.

2. پريـن ڏسج پــاڻ ڏي، چـت نــ وچ مـون تـان چائي،
يــار اســان کــان پيئـــي.

3. الله ڪــارڻ آءُ تــون ســائين، ٻــانهي تــي ٻــاڏائي،
بخـش اســان کــي پيئــي.

4. اوهــان ٻــاجهون سـپرين، وينــي سـو ورهــ وسـائي،
ڪــانگ اُڏائــي ڪيئـــي.

5. در اوهان جي دلبر سائين، "سچو" تو سگ سڏائي،
ٻــَـــڌي ٻــانهون پيئـــي.

(16)

حـُـج ڦتــي ڪيــم هــاٽي، مــاريس تنهنجــي مــاٽي،
الله چــاٽي.

1. تنهـن ڏينهـن لاڪون يار اوهان سان، لايــو نينهــن هــن نمــاٽي،
الله چــاٽي.

2. وينــي ڏســان واٽ اوهـــان جـــي، آءُ پـُـــلي هــن پــاٽي،
الله چــاٽي.

3. جيهــي تيهــي آهيــان اوهــان جي، ســائين تــون پــاڻ ســجاٽي،
الله چــاٽي.

4. راتيــان ڏينهـــان يــار ســچڻ ميــان، تـــن توئــي ڏي تــاٽي،
الله چــاٽي.

5. ڏوڙا طــالع تيـــن "ســچوءَ" جــا، الله جـــي تــو کــي آٽـــي،
الله چــاٽي.

(17)

حال اچي ڏس هاڻي، وهي تو پنبڻيئون پاڻي،
پاڻ ڇاڻين!

1. آءُ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، سائين تون پاڻ سڃاڻين،
پاڻ ڇاڻين!

2. سُڌِ لهج تون سگهڙي تنهن جي، جاني ڪيوَ جوڳياڻي،
پاڻ ڇاڻين!

3. ڏيئي ڏيکاري پاڻ ڇپايوَ، پلي اها تو ڪي پاڻي،
پاڻ ڇاڻين!

4. روز ازل ڪون در تنهنجي تي، والي سان هيءَ وڪاڻي،
پاڻ ڇاڻين!

5. سيني اندر يار "سچوءَ" جي، سڪ سنڌءَ ساماڻي،
پاڻ ڇاڻين!

(18)

هاري سو پاتئي هارُ،
تا آءُ ڇام ڇنيسر آوڙان!

1. جنهن دوست ڪسايو دم ۾، سٽ اهو سينگار.
2. هتئون پئي تنهنجي آهي، روئين ڇو زارو زار.
3. داڻو هيڙو درد جو، جنهن ڪيو بهشتئون بيزار.
4. ڏوهه تہ تنهنجو ڪونہ هو، پر نينهن ڪيو نروار.
5. پلنگئون پئينءَ پٽ تي، ڪري گوندر گفتار.
6. "سچو" سهي جيٰ ڪرين، هي هو عشق جو اسرار.

(19)

منهنجو سوڊل سارئي ساهہ، وو،
راڻا رسامن سان مارئي!

1. وينسي ڪڙهان ڪاڪ تي، آڻيندوءِ الله.
2. هن مُئيءَ جو مينڌرا، تو ڪي ڪيهو پرواهہ.
3. سندو اچڻ تانهنجي، روز نهاريان راهہ.

4. گهڙي اوهان جي تي گهران، چت اوهان جو چاهه.
5. مهر متو ناهه ڪو، جيڪس منهنجو بخت سياهه.
6. ڪوڏئون قرباني ڪري، ”سچو“ ساهه پساهه.

(20)

جو اڱڻ پيهي اَڄ آيو، سو سامي مون تا صحيح سڃاتو!
1. بيراڳيءَ جو بيک ڪري، تنهن ڪيڏو هنر هلايو!
2. سر جهنٽائون جوڳين واريون، تنهن لڳين بسمو لڳايو.
3. مرليءَ مست آواز انهيءَ جي، منهنجو روح ريجهايو.
4. رانجهو تخت هزاري وارو، موليٰ آڻي ملايو.
5. عطر عنبير انهيءَ جي ڪارڻ، مون تان مُشڪ ملايو.
6. پياري هي سر پاڻون چاڻي، ”سچوءَ“ ڪي سمجهايو.

(21)

ساريان آءُ تا لوءِ پنهنجي جون لويون،
عمر گهوريا هي پٽ پٽيهر، ميان!
1. هت ويڙهيچا، وو، وينا ورهائن ڏيهاڙيون،
سي ڏونرن سنديون ڏويون.
2. سنگهارن ڏي سوز سنيها،
آءُ تي روز مجان رويون.
3. ڪنديون ڪوڪڙ سنديون، ميان،
ڳچيءَ پائن تا، هت پيڪا پويون.
4. صبح سانجهيءَ ڪڻ خوشيءَ سان،
اهي سي تا آب پريون اويون.
5. پاندين پائن پسيون، ساڳن سگر سنگهار،
”سچو“ سي سويون.

(22)

لڙ وهي لوهاٺو، يار، وي!
1. سا ڪيئن ترسي تار ۾، جيءَ جنهين جهوراٺو.
2. ڪاهيو پوري ڪُنن ۾، ڏنس عشق اوراٺو.

3. ساهڙ ٻاجهون ساه کي، کيو ورهه ويڳاڻو.
4. سانول سدا آهه مون، اوهين سيئي ٿيون ڇاڻو.
5. پُڇندو اَڇي پاڻهين، "سچل" يار سياڻو.

(23)

آئين هلي هِن جاءِ، هڪ ساعت ڪارڻ سانگيئڙا.

1. ڪا گهڙي نيباهه نه ڇاڻج، پيچُ نه تنهن سان پاءِ.
2. "اَلدنيا ساعتہ"، اهو نُڪتو دل سان لاءِ.
3. جسا ڏنهن آئين تون، وڃارا، وري وڃڻ اوڏنهين آءِ.
4. دنيا ۾ دَمَ ڪيئي گذاريئي، "سچو" سچڻ جي سباءِ.

(24)

منجهئون نيڪيءَ ۽ گناهه، پوندءِ ڪل نه سندي الله.

1. باطن ۾ تون پانهنجي، ناميا وجههُ نگاهه.
2. ريءَ پروڙڻ پانهنجي، ٻي راست نه آهي راهه.
3. غير نه يانئج پاڻ کي، دُوئيءَ ۾ داناهه.
4. هادي حق الحق تا، مون کي اها ڪئي آگاهه.
5. حقيقتان حال جون، چئي ڪيم اداهه.
6. تارڪ ٿيءُ، پَوُ توحيد جي، دانهه! منجهه درياهه.
7. چئنين قبلئون ڇُورُ تي، سر، شاهي رک ڪلاهه.
8. "سچو" سچي ڳالهڙي، سلڻُ ناهي صلاح.

(25)

حُسن تنهنجو تو اڇي، طرحئن طرح ڏيکار ۾،
هڪُ هئين، آئين وري، ڪنهن شوق مئون شمار ۾.

1. ڏورئون انهيءَ دم ڏور ٿيا، واقف پيا ويچار ۾،
حاصل نه تن، جي ئي پيا، آهن سندي انڪار ۾.
2. محروم ٿئين، منهن جي وجهين، هن تن سندي طومار ۾،
جي تو چوين، آءٌ شاهه ٿيان، گر تي يڪايڪ يار ۾.
3. رک هوش، تا مدهوش ٿي، غمزو اَئي گفتار ۾،
ساري پوئي سڌ تا صحيح، جي رخ رکين رفتار ۾.

4. پوءِ تا پيچ هيءَ ڳالهڙي، اَول اَچج اَعتبار ۾،
قابل هئين کر پانهنجي، صورت صحيح سنسار ۾.
5. کر گوش تون در گوش جي، ديدان رکين ديدار ۾،
آهي ”سچوءَ“ تي نام جو، ناهي بيو نروار ۾.

(26)

مرد ٿي منصورُ چوءُ، نہ تہ کيمَ چوءُ منصورُ آن.

1. منصور جي منزل اُتي، ڏاڍا تماچا تهمتان،
سگهہ نہ جي ساري سگهين، منهن رکين تهن ڏي متان.
2. چو چوڪراٽيءَ ۾ پئي، رانديون روين راتيان ڏيهان،
احوال سڀ اسرار جو، عشق ڪي آهي عيان.
3. نڙڪو نڳيءَ جي ناهہ جو، ناحق ڪرين تو ناتوان،
هُن کي چيو هن کي چوين، آهيان لاهوتي لاطمعان.
4. منصور جي تنهن ملڪ تي، آهن سدا نڪتا نوان،
سڻ ”سچو“ تون سمجهہ رکُ، تو کي چڱائي ٿو چوان.

(27)

هُتئون هوت هلي وي عاشق، دوست دلاسو ڏيندو.

1. وِجهج ڪم ڪريم تي، ٻي ڳولهج ڪامَ ڳلي،
پاٺهي پُنيءَ تو ايندو.
2. پَکا پکن سامهان، تنهنجي ماڳ ملي،
اوڏا آٺي آڏيندو.
3. اَچڻ سندي اُن جي، ويندو روحَ رَلي،
تورو توريائيءَ تيندو.
4. جا ڳجهي هوتن من ۾، سا ساتين ڳالهہ سَلي،
پُنهل پاڻ سان نيندو.
5. مهرَ پنهنجيءَ سان تو پرين، انهيءَ پَتِ پَلي،
وي ”سچو“ نانءُ سڏيندو.

(28)

ميندرا آءُ ميان، هت ويني ڪانگ اُڏائيان.

1. تو ساريندي سُپرين، هت سوڍا ساهه ڏيان.
2. راڻا! رتي راز جي، ڪا جا آهي هنيان.
3. ڪامل! ڪنڌيءَ ڪاڪ جي، آءٌ جاني ڪٿن جيان.
4. شال اوهان جو اڳتي، "سچو" نينهن نيان.

(29)

وهنيان وساريان ڪئن، جيڏيون جي لنو لائي ويا.

1. گهوري چڏيم هي گهر جايون، برهه بهيران پنيءَ لايون،
پيرُ نه پوءِ واريان، سي سنياريان ڪئن،
2. شهر پنيور ڪئون تيم آزادي، ڪيچ ويندي ڏنم شادي،
تنهن سان نينهن نياهيان، پوءِ نهاريان ڪئن.
3. تي پئي منهنجي دلڙي ديواني، محبت ڪيڙس آءٌ مستاني،
در در ڦيريون پايان، هت گذاريان ڪئن.
4. پور پرين جي ڪئي پڌرائي، اوڙي پاڙي وچُتي وائي،
چا ڪي عشق چپايان، هاٺي گهر گهاريان ڪئن.
5. ڪيچيئڙن جي ڪم اچان جي، رنگ پرين جي رچان جي،
"سچو" هي گُڻ ڳايان وي، هيءُ سرُ واريان ڪئن.

(30)

اَسين ساڳي وو آهيون، عام چوي اِئين ناهي.

بُتخاني ڪون وو تيس بيزاري، ڪيئن ڪعبي ڏي ڪاهيون،
دين ايمان سان چاهي.
خاڪ انهيءَ تي وو شهه منصور جون، ڏين لڪ گواهيون،
پاڻ چڙهيو يار ڦاهي.
شاهه شرف جي وو سر تي سڏيون، سر اڙهيون سر واهيون،
عشق اوقات بيو آهي.
زارون زوري وو اَچن اَسان ڏي، برهه سنديون سي باهيون،
سچل آهي ڪڏهين ناهي.

(31)

موج مستيءَ جي چڙهي، وادي وحدت جي منجها،
کيو پسارو پيل پاڻي، جوش مون هر جابجا.
هن لهر ۾ جيکي لڙهيا، تن کي آهي سار و سماءُ،
جي سُڪر جي سير ويا، تن چيو آءِ خود خدا.
هاءِ هن حلاج جان، کيئي لعل هن لڙ ۾ لڙهيا،
آر هن آيا اُهي، جي گهوٽ هن گهيڙوئن گهڙيا.
کي تبي ڏيئي ڏسو، پاتار ۾ پيهي ويا،
کينکي عاشق اهي، ٻهڳڻ وري ٻاهر پيا.
غرق ٿيا غازي، اُتي کن عام بينا هاءِ هاءِ،
آءُ لڙهي آيس اتي، جت رتي ناهي ريا.
دلق کي درياهه، اُجلن بهادر بي بها،
صاف ٿي نکتا "سچل، سي، صاف سالک جي هيا.

---

# حصو ٽيون

## متفرق ڪلام

### ڪبت

[ڏگهن بيتن کي ”ڪبت“ چيو ويندو آهي. هن قسم جي بيتن ۾ سٽن جو تمام گهڻو تعداد هوندو آهي، ۽ قافيو سڀني سٽن جي آخر ۾ ايندو آهي. سٽن جي گهڻي تعداد جي ڪري، ڪبت ۾ ڪو مضمون يا مسئلو تفصيل ۽ وضاحت سان سمجهائي سگهجي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو تصوف جا ڪي خاص مسئلا ۽ مذهبي ڳالهيون ڪبتن ۾ ئي تفصيل سان سمجهايون ويون آهن. مخدوم ابوالحسن، مخدوم ضياءُ الدين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ ٻين عالمن، مذهبي مسئلا ۽ ڳالهيون ڪبتن ۾ بيان ڪيون آهن. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ”حقيقت محمدي“ نهايت تفصيل ۽ وضاحت سان ڪبت ذريعي سمجهائي آهي. حضرت سچل سرمست توحيد خالص ۽ وحدت الوجود جو نظريو ”وحدت نامو“ جي عنوان سان هڪ ڏگهي ڪبت ۾ بيان ڪيو آهي. فقط اها ئي هڪ 176 مصرعن تي مشتمل ڪبت سندس رسالي ۾ موجود آهي، ۽ رسالي جي شروعات انهيءَ سان ٿئي ٿي. هن ۾ سچل سرمست پنهنجو نظريو ۽ پيغام نهايت پختن دليلن سان بيان ڪيو آهي. هن هيٺ انهيءَ ڏگهي بيت (ڪبت) مان ڪجهه مصرعون ڏنيون وڃن ٿيون:]

### وحدت نامو

اول ساراهه ڪر سبحان جي، موليٰ جو ملڪن،
مڙيائي محفوظ ڪيا، ڏسو ڏيهه ڏٺين،
ڪي ڪامل ڪرسيءَ تي چڙهي، وهه وهه وعظ ڪن،
ڪي ڪاتب ڪتابن جا، سوين سبق ڏين،
ڪي مسئلا مسائل ڪيون، ناميان نبيرن،
ڪي پڙهيا پاڻ پروجهه سان، پڙهيون پڙهائين،
ڪي وردن وظيفن ۾، شاغل روز رهن،
ڏسيون وائسيون ورق ڪي، وريون ورائين،
سڪ سچيءَ ڪون ڪونه ڪو، سبق سور سڪن.

*　*　*

اُهـــي رهيـــا اتهيـــن، متـــي كيـــن چڙهـــن،
كيئـــي آهـــن قـــال ۾، بـــاتيون بـــَس نـــ كـــن،
كـــي وجـــي رسـيا حـــال كـــي، كـــي بينـــا بـــاڏائين،
كـــي لنگهـــي هليا حال كئـون، نكـــي قـــال كهـــن،
كـــي دنيـــا جـــي طلـــب ۾، هنيـــا حـــرص هڇـــن،
”طـــالب الدنيـــا مؤنـــث“، محبـــت نـــاهي تـــن،
كـــي كوڏيـــا عقبـــيٰ جـــا تيـــا، هنيـــا لـــيءِ حـــورن،
”طـــالب العقبـــيٰ مخنـــث“، مـــڙس نـــ ســـي چئجـــن،
عاشـــق جـــي الله جـــا، ســـي ســـائينءَ ســـيبائين،
”لا موجـــود الا الله“، حـــاضر كيـــون وتـــن،
”طـــالب المولـــيٰ مذكـــر“، هـــن رســـايا رمـــزن،
بئـــي جهـــان ڦٽـــا كيـــو، تـــا تئيـــن جهـــان وڃـــن،
اصلئـــون ئـــي اختيـــار كيـــو، فقـــر فقيـــرن،
”الفقـــر خزينـــة مـــن خزائـــن الله“ بعضـــن كـــي بخشـــن،
”الفقيـــرلا يحتـــاج الـــي الله“ بيـــون ڏنـــائون ٻـــن،
”الفقـــر فخـــري والفقـــر منـــي“، ائيـــن اُتـــو عجيبـــن،
وتـــن ويڳاڻـــا ورهـــ ۾، نيڻيـــن ننـــد نـــ كـــن،
راتـــو ڏينهـــان روح ۾، چـــپ نـــ كـــو چوريـــن،
”مـــن عـــرف ربـــهٗ كـــل لسانـــه“، ٻـــڌي زبـــان انهـــن،
نشـــي تـــن كـــي ”نانهـــ“ كيـــو، مورئـــون ”مـــان“ نـــ چـــون،
”قـــل كـــُل مـــن عنـــدالله“، اهـــو كيـــائون كـــن،
”والقدر خيره وشرهٗ من الله تعاليٰ، “ سي اوڏانهون چاڻن،
مولـــيٰ جـــي محبـــت ۾ كيـــا تيـــا وتـــن،
ســـڏكا ســـيئي ســـوز جـــا، پنيـــنءَ رات پـــرن،
آديســـي ارمـــانٌ ۾، گهوماتيـــا گهمـــن،
كيـــن رئـــڻ كئـــون ان جيـــون، اكيـــون اوكـــارن.

* * *

نـــھائينءَ ڪئـــون نيهنـــڙو، ســـڪيو ســـاميئڙن،
مـــچ مچـــايو مـــن ۾، پـــاڪ نـــہ ٻهـــر وجهـــن،
عاشـــق متئـــون آڳ جـــي، اولارا ڏيـــن.
* * *
ڪَن سر صدقي دوست تئون، پيا پَهـَ ڪيـن پچـن،
نينهـن نهوڙيـا نڪٽيـان، جنهـن پـر ڪـاپڙين،
هٽـي درد دهيـون ڪيـا، سـندي سـپيرين،
ڪـڏهن اچـا ڪپـڙا، ڊار نـہ ڪنهـن ڊڪـن،
منهـن ميـرا متـي تيـرا، اهڙيـون طرحـان تـن،
ڪـائي تـن جـي ڪانڪـا، جـڙي ليـڙ لڳـن،
متيـن پيريـن برهنـہ، ايـڏو سـور سـهن،
پرتيـو پروانـن جـان، ڪـاهيو تـت پـون،
پيـيڙ باهـہ عشـق جـي، سـپورن سـڙن،
ڪـامي لهسـي لوسـجي، لائـق لعـل تيـن،
آوڙي عـام نـہ ان ڪـي، جـي سـينڌائي سـچٽن،
اچـو پـون آڙاهـہ ۾، سـر جـو سـانگ نـہ ڪـن،
ڊچـو ڪنهـن جـس جهوپـڙا، آڏا ڪيـن اڏن،
اوڏنهـن وِٽ متـان پـوي، گهنگهـر اي گهـارن،
ريءَ پريـان تـن ڪـي پيـون، ڳـالهيون ڪـس لـڳن،
ڏاڊا ڦـٽ فـراق جـا، تـن جـي چـت چـاڪن،
ورهـہ وڊي واڊوڙ ڪيـا، رويـو رت رئـن،
"مـو تواقبـل ان تموتـوا"، ائيـن مـنُ مـارن،
اهي مـرڻ ڪئـون اڳـي مئـا، "مـان" ڪـي ڪيـن مچـن،
دشمـن دوسـت هـڪ ڪيـون، گودڙيـا گـڏجن،
ان جـي اکيـن آگـر سـتيا، بونـدان بـس نـہ ڪـن،
سـر ڏيـو سـنوپرا، وَتـيَ وِرهـہ ونـن.
* * *

وادي ۾ وحدت جي، دانهَن پير ڏرن،
"تون - مان" وچي وچ مون، ته ڪي پاڻ پسن،
شڪ يقين اتي ويو، برابر چون،
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نه ڪن،
عابد ۽ معبود سو، هڪ نگاهه پسن،
پاڻ پڙهني پاڻ بهي، پاڻ ئي سجدو ڪن،

* * *

بازيون بازيگر ڏسي، انهيءَ پت پلن،
تان اکيون، ڪن، زبان سي، ٻوليون ٿيون ٻولن،
اسين آهيون آدمي، بيحد مون بشرن،
نا ته مڙيو ئي پاڻ ٿيو، سميع بصير ڏسن،
عين عليم ڪليم ٿيو، قادر قدرتن،
هي مڙيو ئي وصفان، اندر آدمن،
هي مڙيو ئي حق ٿيو، ٻيا باقي ڇا ٻچن،
وصفن ايئن ساڻ، اصل آدمي ڏن،
هِت آدم مؤن الله ٿيو، ٻيا سي شڪ پڇن.

# مسلسل دوها

["دوهو" هندي شاعريءَ جو هڪ قسم آهي، جيڪو ٻن سٽن تي مشتمل هوندو آهي، ۽ قافيو ٻنهي سٽن جي آخر ۾ هوندو آهي. سنڌي شاعرن ٻہ اهڙي قسم جا بيت چيا آهن. سچل سرمست جي رسالي ۾ دوها جي سٽا سان وابستہ هڪ نئون تجربو مِلي ٿو، جيڪو ٻي ڪنهن بہ سنڌي شاعر وٽ نظر نہ ٿو اچي. ڪنهن خاص مضمون کي سمجهائڻ ۽ بيان ڪرڻ لاءِ مسلسل دوها ڏنا ويا آهن. هر دوهي ۾ جدا جدا قافيو آهي، پر مضمون ۾ تسلسل آهي. دوهن جي سلسلي جي شروع ۾ هڪ منظوم مصرع آهي، جيڪا دوهن سان قافيہ جي لحاظ کان ڪو تعلق نہ ٿي رکي، پر مضمون جي لحاظ کان ان ۾ دوهن جي مضمون جو چڻ عنوان بيان ڪيل آهي. اهڙي قسم جي شاعريءَ جي صنف حضرت سچل سرمست کان اڳ ڪنهن بہ سنڌي شاعر وٽ نظر نہ ٿي اچي، ۽ نہ پوءِ ئي ڪنهن شاعر ان جي تتبع ڪئي آهي. انهيءَ ڪري اها انوکي صنف حضرت سچل سرمست جي ايجاد چئي سگهجي ٿي. "دوهي" جي سٽا جي نسبت جي ڪري ان کي "مسلسل دوها" نالو ڏنو وڃي ٿو. هن کي ڪافي جو هڪ قسم بہ چئي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ جو ڪافي وانگر هي نظم ڳائي سگهجي ٿو.]

## هدايت

هادي ويڙهي آيو، هاٿي سائين هيئن سمجهايو.
والي ويڙهي آيو.

1. "ڪـڏهن تيـو ڪونـہ ڪـو، عاشـقن آرام، ميـان،
راتـو ڏينهـان تـن اتـي، محبـت جـو ماتـم، ميـان."

2. "خـاڪئون هلـچ خـاص تـي، ڪـر پـاٿيءَ ڪـون پـرواز، ميـان،
چـڙيءَ چنـو مـاريئي، تـي شـاهين ۽ شـهباز، ميـان."

3. "جيڪـو اصـل آهـي، تيـو هـاٿي سـو سلطان، ميـان،
گهـوڙي چڙهنـدڙ گم تيـو، پيـو گهـوڙي ۾ جـولان، ميـان."

4. "گـرد، ڳجهـو کيـو طـالبو، اهـو گهـوڙي جـو هسـوار، ميـان،
گهـوڙي وارو گم تيـو، اپريـو گـرد غبـار، ميـان."

5. آيـو بحـر جـوش ۾، تـڏهن مـوج پئـي ٻاهـار، ميـان،
هـيءِ هـيءِ آيـو نـانءَ ۾، تيـو سـاوڻ جـو سـينگار، ميـان."

6. "لڙ منجهـون تيـو اچوڪـارو، اصـل سـو دريـاه، ميـان،
بيحـد رنـگ گهـٽا تيـا ظـاهر، هـر ڪـو تيـو گمـراه، ميـان."

7. "سانوڻ لٿو، هڪ ٿي، تڏهن پاٽي موتيو پوءِ، ميان،
ڪارو اڇو لڙ ٿيو، اهو سارو ساموندوءِ، ميان."
8. "ناڻءَ لهي ويا ٻاهريان، اهو باقي رهيو نام، ميان،
ڪُوران، ڪَسيان، واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام، ميان."
9. "هت سيپئيءَ درياه ٿيو، بيا ڪوڙا لٿا ناڻءَ، ميان،
اول آخر هڪ ٿيو، ويا وڃائون گُناءَ، ميان."
10. "اصل جيڪي هوس آءٌ، آهيان هت پي سو، ميان،
آخر ٿيندس وڃي اُهوئي، هڏ آهيان ڪونه بيو، ميان."
11. "اکيون اکڙين ۾ رکي، تون پنهنجو پاڻ سڃاڻ، ميان،
"پوي نظر جت تانهنجي، تت پنهنجو چشم چاڻ، ميان."
12. اکيون اکڙين ۾ رکين، تان هت هُت تون هين آنءُ، ميان،
جي تون خبر اکين جي لهين، تان تون نرالي ناڻءُ، ميان.
13. اکين مئون معلوم ٿئي، اهو صورت جو سينگار، ميان،
"سچو" سارو سيج ٿيو، بيو ناهي تفاوت وار، ميان.

## ڪير آهيان

شيءِ آهيان ڪا ڪيون ڪير، جا سمجهي نه چاڻان!
1. بعضي پايان پتلي، يا آهيان گڏيءَ ڏور،
يا گوءِ آهيان هٿ يار جي، يا وانگيءَ وانگر زور.
2. يا ته محل آهيان، جنهن ۾ شهنشاهه،
بوليون ڪري ڪيتريون، تو درنئون داناه.
3. يا ته گهوڙو آهيان، جو هلائي هسوار،
يا ته موج درياه جي، جا پوڙي ٿي ٻاهار.
4. يا ته مهنديءَ گل تا آهيون، جنهن اندر لالائي،
يا آهيان گل گلاب جو، جنهن ۾ سرهائي.
5. يا ته چشمو آهيان، جو ابر پريو آب،
تنهن ۾ سايو سج جو، يا پاڇوئي مهتاب.
6. يا ته پاڇوئي حق جو، آءٌ اصل ڪون آهيان،
جنهن ۾ ڳالهه ناهه تا، سو پي تا ناهيان.
7. ڳالهه "سچوءَ" تا سمجهي، ڪون هاديءَ اهائي،
تا غير خدا جو ناهين، آهين صاحب سدائي.

# ڪلام

[حضرت سچل سرمست جي رسالي ۾ ڪافين سان گڏ، ڪافين کان ڪجهہ مختلف سِٽا وارو شعر بہ ملي ٿو، جنهن کي ڪافي بدران "ڪلام" سڏيو ويو آهي. انهن جي فني سِٽا مسلسل دوهن سان ملندڙ آهي، پر جيئن تہ انهن جي مصرعن جو وزن لچڪدار ۽ اينگهہ وارو آهي، انهيءَ ڪري انهن کي بيتن بدران ڪافين جي دفعي ۾ شمار ڪيو ويو آهي، ۽ ڪافين جي طرز تي ڳائي سگهجن ٿيون. انهن ۾ شروع ۾ ٿلھ وانگر هڪ مصرع ٿئي ٿي، ۽ پوءِ دوهي وانگر ٻن ٻن سٽن جو بند ٿئي ٿو. هر بند جي ٻنهي سٽن جي پوئتان قافيو اچي ٿو، ۽ ٻنهي سٽن جي وچ تي بہ قافيو اچي ٿو. يعني هر بند جي ٻن سٽن ۾ چار قافيا ٿين ٿا. هر بند جو پنهنجو قافيو آهي. ان جو نہ ٿلهَ سان قافيہ جي لحاظ کان ڪو تعلق نہ آهي، ۽ نہ ٻين بندن سان قافيہ جي لحاظ کان ڪو لاڳاپو آهي].

(1)

تو ڪيئن اهي وسري ويا،
جن کي تو تي ڪارون ڪيون؟

1. پانڌيءَ پريـنءَ جي پار ڏنهن،
آندي خبر اها يار ڏنهن،
آيو اصل اسرار ڏنهن،
دوسن سندي دربار ڏنهن.

2. ڪيئن تون پئين ٻيءَ ڳالهہ ۾،
هي جيءُ وجهيـن جنجال ۾،
چئہ، آهين ڪهڙي خيال ۾؟
رهہ تون هميشہ حالَ ۾.

3. ڪانئن پاسي ڏينهڙا پيئہ،
سي ڳڻ سندن وسري ويئہ،
سچا سخن سانيڻ ٿيئہ،
سڏ ڪين ڪڏهن نا ڪيئہ.

4. ڳالهيون سچڻ جون ياد ڪر،
دل ساڻ تسي عاشق اپر،
تا تو اچي نازڪ نظر،
هئي هئي متان تئين بيخبر.

5. جيڪس فراق جي فال هئي،
ڪا ڪين تنهنجي ڳالهه هئي،
تو گڏ جيئڻ جي جال هئي،
اڄ تو نه تن سنيال هئي!

6. اِتي وساريئي ڪيئن ويهي،
جي ڏيهه هئا تنهنجا ڏيهي،
تو ڪي آئي مصلحت ڪيئي؟
هاڻ پاڻ ايندا اڄ پيهي.

7. "سچو" متان دلگير تئين،
اڄ پاڻ فرمايئون ائين،
طالب وجي تسلا ڏئين،
معافي مَدايون ڪيون مئين!

(2)

وعدا اهي اڄ ياد پيا، مون سان قريبن جي ڪيا!

1. ڳالهيون ڳجهيون اهي يار جون،
اصلئون پڌم اسرار جون،
سي تيون عطا اعتبار جون،
دل ۾ رهيون دلدار جون.

2. والسيءَ اهو وعدو ڪيو،
جو ڪر چيوسين سو ٿيو،
هڪ ٻول تو سان، نا ٻيو،
وسري نه مون کون سو ويو.

3. فائق وري فرمائيو،
تون سرُ اسان جو سائيو،

اهو ڏسڻ مون آئيو،
دل ساڻ سو مون لائيو.

4. "سچو" سدا سرهو رهين،
سـ ن ٻول اسان جي تي ٻهين،

تون ناهه تا هن تي نَهين،
سر بار برهي جو سهين!

---

# مسلسل بيت

[سچل سرمست جي رسالي ۾ هڪ اهڙي صنف بہ ملي ٿي، جنهن ۾ مسلسل بيت آهن. شروع ۾ هڪ يا ڏيڍ مصرع آهي، جنهن ۾ مضمون ڏانهن اشارو يا اهڃاڻ آهي. ان کان پوءِ بيتن جو سلسلو آهي. هر بيت ۾ گهٽ کري ٽي مصرعون يا سٽون آهن، ۽ قافيو هر سٽ جي آخر ۾ اچي ٿو، جيئن دوهي جي مصرعن ۾ هوندو آهي. هر بيت جو قافيو جدا جدا آهي. هن قسم جي صنف بہ صرف حضرت سچل سرمست جي رسالي ۾ ملي ٿي. هن ۾ طالب کي سلوڪ جي راهہ جون هدايتون سمجهايل آهن. انهيءَ کري رسالي ۾ ان جو عنوان ٿي "هدايت" ڏنل آهي. صنف جي سِٽا جي لحاظ کان اسان ان انوکي صنف کي "مسلسل بيت" جو نالو ڏيون ٿا، ۽ مضمون جي نسبت سان ان جو ساڳيو عنوان "هدايت" رکيو آهي. رسالي ۾ اهڙي سٽا واريون ٻہ هدايتون ملن ٿيون: هڪ ۾ پنج بيت آهن، ۽ ٻيءَ ۾ فقط هڪ بيت آهي. هت ٻئي هدايتون ڏنيون وڃن ٿيون:]

## هدايت 1.

مرشد هادي رهنما، تا سمجهائن ائين:

"هُو تون ڇاڇ پاڻ کي، متان هيءُ ٿئين،
وحدت جي چوگان ۾، اها گوءِ نئين،
"سچو" ساڻ يقين جي، هي حال ڏي هئين."

## هدايت 2.

رمزان سي هاديءَ جون، ميان،
جيڪي چياڻون مون کي سي سلڻ ناهن.
هوءِ هوءِ ذريون آهن دل تي.
ڳالهيون کري ڳجهہ جون، تا صاحب سمجهائين،
لا اِلا کون اڳيان، تا هادي هلائين،
سمجهڻ "سمع بصر" جو، تا فائق فرمائين.

خوديون خاص نہ پانئجو، هي نت نت نمازان،
ڇاڻو پلي ڳالهڙي، هي سوز و گدازان،
اتي وَ انالحق جي، اها عبارت آوازان.

هيءَ هيءِ هڪڙي ڏينهڙي، تا هادي ائين چون،
جن نہ سمجهي هت ڳالهڙي، سي سيان گهڻو روَن،
جن نہ سڃاتو هتهين، سي هُت پي ائين هوَن.

جيڪي پليون ڳالهڙيون، انهن پڇڻ پري آهہ،
ڪوڙا قصا کهہ پيا، يار سڃاڻ سواءِ،
پُرجهڻ آهي پاڻ کي، ٻي پلي بات نہ ڪاءِ.

هادي حقيقت جي، يار، موتي هيئن چيو:
"آقا آهي هيءُ، ادا آهي ڪونہ بيو،
جي ٿي ننگهيا سڀ ڪون، يار مقصد تن ٿيو،
سائين ساڳيو اتي وَ، جو وجودئون ويو."

---

# ڏوهيڙا

[سنڌي بيت ۾ گهٽ ۾ گهٽ سٽون ٽين، ۽ وڌ ۾ وڌ جو ڪو تعداد مقرر ڪونهي. ٻن سٽن واري بيت ۾ ڪڏهن هندي دوهي وانگر ٻنهي سٽن جي آخر ۾ قافيو ٿئي، ڪڏهن وري هندي سورٺي موجب ٻنهي سٽن جي وچ تي قافيو ٿئي، ڪڏهن وري پهرين سٽ جي آخر ۾ ۽ پوئين سٽ جي وچ تي قافيو اچي. ٻن سٽن کان مٿي سٽن وارا جيڪي بيت آهن، انهن جي پوئين سٽ جي گهڻو ڪري وچ تي قافيو ايندو آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ اهڙا تمام ٿورا بيت ملندا، جن ۾ سيني سٽن جي پويان قافيو آيو آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ اهڙي قسم جا بيت سڀ کان پهريائين "لکي" تعلقي شڪارپور جي شاعر عثمان احسانيءَ جا ملن ٿا. ان کان پوءِ ميين لطف الله قادري ۽ ٻين ڪن تمام ٿورن شاعرن جي ڪلام ۾ ملن ٿا.

سرائڪي شاعريءَ جي وري اها پِـر رهي آهي، تـه ان جي بيت جي پوئين سٽ ۾ وچ تي قافيو اصل نـه ايندو آهي. سرائڪي بيت ۾ گهڻو ڪري چار سٽون ٿينديون آهن، ۽ قافيو سيني سٽن جي آخر ۾ ايندو آهي. خود سنڌي شاعرن جهڙوڪ حضرت سچل سرمست، حضرت قادر بخش بيدل، حمل خان لغاري ۽ خليفي نبي بخش وغيره جيتوڻيڪ سنڌي بيتن ۾ آخري سٽ جي وچ تي قافيو آندو آهي، پر سرائڪي بيتن ۾ سيني سٽن ۾ پوئتان قافيو آندو آهي.

سرائڪي بيتن کان سواءِ حضرت سچل سرمست جا ڪجهه سنڌي بيت بـه اهڙا ملن ٿا، جن کي فني سِـٽا جي لحاظ کان "ڏوهيڙو" جو نالو ڏنو ويو آهي. منهنجي خيال ۾ فقط اهڙي قسم جي بيتن کي "ڏوهيڙو" چوڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو لفظ "ڏوهيڙو" ۾ "ٻنو دوهو" جو مفهوم سمايل آهي. جيئن تـه سرائڪي بيت ٻن دوهن تي مشتمل ٿئي ٿو، انهيءَ ڪري سرائڪي ۾ انهيءَ کي "ڏوهيڙا" سڏيو ويو. سنڌيءَ ۾ بـه اهو لفظ سرائڪيءَ جي ذريعي آيو آهي. هتي سچل سرمست جي اهڙن بيتن جو انتخاب پيش ڪجي ٿو.]

## توحد ۽ معرفت

(1)

احد احمد صورت ساڳي، سر ٻنهي جو سوئي،
الست بربكم قالو بلىٰ، پنهنجو پاڻ اکيوئي،
سچا حاضر هر جا هادي، سمجهين سر سيوئي،
غائب سمجهي غير نه ڄاڻين، حق الحق اهوئي،

(2)

الف سڄاڻي احديت وارو، ٻي تسي كين اڙياسي،
شرح ملا، كنز قدوري، كافيا كين پڙهياسي،
غير خيالون كندب ڏئي، پوءِ لاحد منجهه لڙياسي،

(3)

باس اهائي بات اسانجي، غازي غير نه آهين،
خام خيال هي ٻانهپ وارو، "لا" ۾ لاشك لاهين،
من عرف نفسه فقد عرف ربه، ناهه كهڙا ٻيا ناهين،
سچا سچ اشارو اهو، كاڏي كوڙا كاهين،

(4)

رام رحيم هك هك سمجهين، موج محبت ماڻين،
كافر مومن گبر نصارو، غير گمان نه آڻين،
خلق الانسان علىٰ صورته، ٻول اهه ئي ڄاڻين،
مان تون صورت ساڳي سچا، جي تون پاڻ بڇائين،

(5)

صريح چوان مان توكي طالب، كجانءِ صحيح گويائي،
وبي ينطق وبي يبصر، ٻوڙين ٻول ٻيائي،
كل شيءِ ناطق بالحق، ركين سر سيائي،
ستگر سر سمجهايو سچل، واهه واهه اهائي وائي.

(6)

يار ياري يقيني ركجانءِ، توڙي شك سيوئي،
جو كجهه هيڙين، ٹيندين سوئي،

ڪل شيءِ يرجع اليٰ اصله، هو نه هڪ مثيوئي،
"سچل" سچو تي رهنديون، عشقئون عين اهوئي.

(7)

خمر خمار انهيءَ جو خاصو، موت اهِ مسروري،
ازلاً ابداً عجائب جهڙي، مَي اها مخموري،
انا احمد بلاميمي، مارين دم منصوري،
سچا جام جلالي پيءُ، ڪر حاصل حق حضوري.

(8)

ذات صفات اهائي آهي، پول نه وجهين پولي،
سوئي اندر، سوئي ٻاهر، سوئي تنهنجي چولي،
تو ۾ مون ۾ هن ۾ هر جا، "سچو" سچ ٿو ٻولي.

(9)

ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿيءُ مردانو،
پاڻ بيگانو مورنه ڄاڻين، آهين يار يگانو،
"وَ نفخت فيه من روحي"، بلڪل ڇڏ بهانو،
وهم "سچل" ڪڍ ٻاهپ وارو، شملو ٻڌ شهانو.

(10)

مسجد ڇڏي ميخاني منجهان، حاصل ڪين ڪيوسي،
هي سڀ حُسن جمال اسان جو، جنهن ۾ پاڻ پياسي،
ڏوهه ثواب ڪان آجا ٿي، پوءِ "سچل" سچ ٿياسي.

(11)

پير مريد نه ٿي تون هرگز، ماڻج موج مستاني،
مخدومي ۽ شيخي پيري، خام ڇڏي خاني،
پٽ دعا پاراتي واري، ناهه راهه رباني،
هر هڪ پٽڪو پنهنجو رکي، "سچل" ڪم آساني.

(12)

عشق محبت ٻاجهون ڄاڻين، ٻي سڀ راهه خلافي،
بزرگ ڪاڻ دنيا جي ڪن ٿا، طلسم سڀ تلافي،
سچا هرگز سي نه ٿيندا، سچا صوفي صافي.

(13)

هــن زمــاني بــزرگ بيشــڪ، ڇهئــي لطيفــا لائــن،
ڪسـب ڪـرن دم بنـد ڪـرڻ جـو، نــ تــا پــاڻ سـنيالن،
اهــي فــن فروعــي آهــن، نــاحق وقــت وڃــائن،
ريءَ تيـڻ گم "سـچل" سـائين، پـاڻ نـ پنهنجـو پـائن.

(14)

بــزرگ شــيخ مشــائخ يــارو، نــامخدوم ٿياســي،
نڪــي قــاضي، نڪــي مــلا، معلــم پيــر ٻڻياســي،
نڪـي ٺاهــ ٺڳـيءَ جـا نـاهي، رنـگ رسـاءَ رکياسـي،
سـچا ٻـاجهون عشـق الله جـي، ڪوئـي هنر نـ سکياسـي.

(15)

مرشـد آکيـو، عاشـق ٿيويـن، تـان منڪـر تـي مشـاخي،
شــيخي پيــري بحــر بزرگــي، اتئــي ســي هلاڪــي،
عشــق امــانت، خــاص الله جــي، دل ڪــي ڏي فراخــي،
سـچا سـوز گـداز سـوا سـچ، ٻيـا سـڀ چـور طبـاخي.

(16)

هـي سـڀ سـير بحـر انهـيءَ جـو، پـر نڪـاجنهن بسـتي،
قـلزم ڪارونيـار ڪڪوريـل، ڪرنڪـا جنهـن ڪشـتي،
منجهــ دريـاءَ محبـت واري، حـال سـتين هـي هسـتي.

(17)

لا نفـي جـو ڪلمـو مـون ڪـي، مرشـد پـاڻ پڙهـايو،
نـابودي جـي نشـي انـدر، سـتگر سـير ڪرايـو،
هٿيــو ڏيئــي همــت وارو، ســارو بــار ڪٽــايو،
صدق "سـچل" مـان سـتگر تـان، جنهـن جـانب جـوش جڳـايو.

(18)

ڇـا جـو ڪعبـو، ڇـا جـو قبلـو، هـي بـ سـڀ بهانـا،
نـاقص نيـت ڪعبـي واري، مـرد گهمـن مـَـيخانا،
"سـچل" سـتگر ائيـن آکيـو، حـق لهـن مسـتانا.

---

# جهولڻو

[حضرت سچل سرمست جي رسالي ۾ هڪ ٻي انوکي صنف "جهولڻو" ملي ٿي، جيڪا اڳ ۾ ڪنهن ٻـ سنڌي شاعر وٽ نظر نـ ٿي اچي. البتـ روحل فقير جي هندي ڪلام ۾ "جهولڻو" ملي ٿو، پر فني سِٽا جي لحاظ کان روحل فقير جي هندي جهولڻي ۽ سچل سرمست جي جهولڻي ۾ فرق آهي. روحل فقير جي هندي جهولڻي ۾ اڪثر چار سٽون ٿين ٿيون، ۽ هر سٽ جو وزن عام بيت جي وزن کان وڏو ۽ اينگهه وارو ٿئي ٿو. سچل سرمست جي جهولڻي جو هر بند گهٽو ڪري اَٺن سٽن جو ٿئي ٿو، ۽ نائين سٽ وراڻيءَ جي اچي ٿي. سچل سرمست جي رسالي ۾ "سسئي پنهون" بابت جهولڻو ملي ٿو، جنهن ۾ اهڙا پنجاهه بند آهن. هر بند يا بيت کان پوءِ جيڪي وراڻيون اچن ٿيون، اهي پاڻ ۾ هم قافيـ آهن. هر بند جي سٽ جو وزن ننڍو ۽ گهٽو ڪري هندي جهولڻي جي سٽ جي اڌ جيترو آهي. ڇهن ڇئن سٽن کي اَٺ سٽون ڪري رکيو ويو آهي. قافيو بند جي سمورين سٽن جي آخر ۾ اچي ٿو، ۽ هر بند يا بيت جو جدا جدا قافيو آهي. حضرت سچل سرمست جي "سسئي ۽ پنهون" جي جهولڻي مان ڪجهه بند هيٺ ڏجن ٿا:

(1)

سـرتيون سـپ تيـس صلاحـي،
هـو تـان راهـ ونـي پيـا راهـي،
چوٽيـنءَ کـڍ تنيـن جـي کـاهي،
ڏونـگر کيـم ڏسـائج ڏاهـي،
حسـبَ ۾ کونـہ کنـدءِ همراهـي،
هـت تـو سـنگ منجهـائي سـاهي
تـڏهن چـپ کـرڻ تـو چـاهي،
پـر هـو اهـڙو امـر الاهـي:

پيا سپ ويهہ تون وهم وساري.

(2)

چـي ڙي، مـون سـان مـُـور مَ ٿيـو مصلحـاتي،
ثـابت سـڪ رهـي ڪـا سـاتي،
هـاريون هـي جـا آهـي حيـاتي،
تـن ڪـي روهـ رسـان تـي راتـي،
پـائيندس جهـر تتـي جهنـگ جهـاتي،
چـا جـي چچـي پـوي مـون چـاتي،
ڪنديـس ووڙ سـنـدين ويلاتـي،
ايـنـدس سـاڻ ونـي پـَـڙ پـاتي:
ڏسنديون هوت مڙئي هڪ واري.

(3)

چـي ڙي، ويهـ وسـار وجـڻ جـي وائـي،
تـو سـان لعلـن جنهـن لئـون لائـي،
تنهنجـي دل ڪئيـن تنهـن تـائي،
سـو اڄ جـاڙ ڪـري ويـو جـائي،
ڏيئـي ڪـن ٻـڏج تـون ٻـائي،
ڊوهـن پـاس نـه ڊوڙج ڊاهـي،
سـرت صـلاح تـون سمجهـ سـائي،
اهـا ڳالهـ امـر ۾ آئـي:
ڏونگر ڏورئون ئي ڏهڪاري.

(4)

چـي ڙي، آڏو لـس ٻگهيـڙ ڪـن لـوڙا،
تـن ڪئـون ڪـَـنَ ٻئـي ٽيـن ٻـوڙا،
چوهئـون چپـر چنـي تـو چـوڙا،
تـاتي تـاڪ ٽڪـر جـا تـوڙا،
سـهمناڪ سـُـندا سـي سـوڙها،
ڏيـون مـارَ متـي ڏيـن مـوڙا،
سـي ئـي ڏرت ڏورڻ جـا ڏوڙا،
ڏينيـو ڏنـگ هٽـن تـا ڏوڙا:
آهن هاڙي منجهه هزاري.

(5)

کيچن کڏ لڳي هوءَ کهڪي،
پهريين پور تڪر سان ٺهڪي،
ڪامڻ ڪوهه ڏسي نا ڏهڪي،
اتي روح نه تنهن جو رَهڪي،
توڙي پير ڦٽيس پپ ڦهڪي،
تان يي نار نه بالڪل نهڪي،
توڙئون ڪين تنهين هڏ تهڪي،
او جان عاشق اهڙي اهڪي:
ڏونگر سپ وڏائين ڏاري.

(6)

مٿي روهه ڏسو سا رَمڪي،
ڪا جا عشق چڪايس چمڪي،
ڏسي سج نه دم ير ڏَمڪي،
محبت مور نه ڪامڻ ڪمڪي،
گونذر وچ گذاري غمڪي،
هاديءَ جانب سان نئين جمڪي،
تنهن تان تانگهه نه تر هڪ تمڪي،
مٿس وچ ورهه جي چمڪي،
تنهن جي شور وڏي شوڪاري.

(7)

آهي "ڪل شيءِ" سو هادي،
"خلق الاشياءَ" ڪئون آبادي،
"وَهُوَ عينها" تي آزادي،
واندي غير ڪنون هيءَ وادي،
لتا شڪ شبها تي شادي،
"سري سره" تي امدادي،
جنهن کي سمجهه تنهين کي تعدي،
سوئي مرد نه آهي مادي:
سپ وچ صورت يار پياري.

آخري بند:

(8)

ظاهر سچ تہ سڀ ڪنهن جائين،
هي ڳجهي رمز تون دل سان لائين،
تون تان آئينو تي آئين،
پنهنجو پاڻ ئي ۾ منهن پائين،
"مين" کي ڇوڙ تہ ٿيوين "سائين"،
ڀولو مور نہ هن ۾ پاتين،
تو کي صحي سچ سڻائين،
ڪا شيءِ ناهي بنا حق ڪائين،
"ڪل شيءِ ناطق بالحق" ڳالهہ اهائي ڳائين:

هر جا پاڻ غني گفتاري.

# جهولڻو ڪافي

[حضرت سچل سرمست جي رسالي ۾ ڪن ڪافين کي ٻه ”جهولڻو ڪافي“ سڏيو ويو آهي، ڇاڪاڻ جو سِٽا جي لحاظ ڪان انهن جو جهولڻي سان ڪجهه تعلق آهي. انهن ڪافين جو هر بند ٻن يا ٽن سٽن جو ٺهيل آهي ۽ قافيو هر سٽ جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو. هر بند جو جدا جدا قافيو ٺهيل آهي، جن جو قافيه جي لحاظ کان نه ٽيپ سان تعلق ٺهي ٿو، ۽ نه ٻين بندن سان. جيئن ته انهن بندن جو وزن اينگهه وارو ۽ لچڪدار آهي، ۽ انهن جي اڳيان ٽيپ به موجود آهي، تنهنڪري اهي ڪافيءَ وانگر ڳائي سگهجن ٿيون. انهيءَ ڪري اهڙين شين کي ”جهولڻو ڪافي“ جو نالو ڏيئي سگهجي ٿو.]

جاني آءُ ڙي جاني، ميان،

آءُ تا روز پڇان ٿي پانڌيون.

1. تنهنجي اچڻ ڪاڻ هت، پوٺيون ٿي پٽايان،
سنجهي صبح سرتيون، ٿي پانڌي پڇايان،
ڏاها تنهنجي ڏيهه ڏي، ٿي ڪانگ اڏايان.

2. پرين تنهنجي پار ڏنهن، اچي قاصد جي ڪوئي،
حال سڻايان پانهنجو، تنهن رهبر کي روئي،
جاني حال اسان جي، هاڻي هجر ۾ هوئي.

3. دلبر تنهنجي ديس ڏي، ٿي ڏسان ڏيهاڙيون،
نانءُ تنهنجو سپرين، آسين وس نه وساريون،
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، زور ڪريان ٿي زاريون.

4. اتي وينـي اوتيان، آءُ پنبٽين مان پاٽي،
اچي ڏسج سپرين، تون حال منهنجو هاٽي،
درمنديءَ جي دل ۾، تنهنجي سڪ تا ساماٽي.

5. تا ڪون سچڻ تانهنجي، هينڙي حيراني،
ڏيئي ڏکيءَ کي وئين، تون نينهن تہ نشاني،
سدا "سچو" آهي، ميان، تهنجي ڳچيءَ ۾ ڳاني.

(2)

ساٿي ساري سنيها، چئيج پنهونءَ کي،
بيراڳي آهيان وو!

1. حال ڏسيو تو جو وچين، سارو عرض ڪرين، وو
دلاسو ڪر دوست ڏنهن، وني جلد ورين، وو
2. ڪارو ڪج نہ ڪيچ کي، چپر تا نہ چڏين، وو
پانهي چاٽي پانهنجي، گولن ساڻ گڏين، وو
3. تو سان عمر گذاريان، جان کي هت هئان، وو
ڳالهين تنهنجين ڳاري آهيان، جان تني رت روئان، وو
4. ڏورنديون مون ڏونگرين، گهڻا ڏينهن ٿيا، وو
بڌا هوندا هوت تو، جي "سچوءَ" سڏ ڪيا، وو

---

# ٽيهہ اکري

[اهو نظم جنهن جو هر بند عربيءَ "الف - ب" جي اکر سان شروع ٿئي، انهيءَ کي فارسي جي لحاظ کان "سي حرفي" ۽ سنڌيءَ ۾ "ٽيهہ اکري" چيو ويندو آهي. ڪن شاعرن سنڌي الف - بي موجب 52 بندن تي مشتمل نظم بہ لکيا آهن، پر انهن کي بہ "ٽيهہ اکري" ئي سڏيو اٿن. ڪن شاعرن وري "لا" ۽ "ءِ" کي ڇڏي فقط 28 اکرن تي بدران 28 بند لکيا آهن، پر انهن کي بہ "ٽيهہ اکريون" ئي سڏيو اٿن. اهوئي سبب آهي، جو اصطلاحي معنيٰ ۾ "ٽيهہ اکري" ان کي چيو ويو، جنهن جا بند الف - بي جي اکرن سان شروع ٿين - پوءِ اُهي ٽيهہ اکر هجن، يا گهٽ وڌ. ٽيهہ اکريون بيتن ۽ ڏوهيڙن ۾ بہ چيون ويون آهن، تہ عروضي بندن ۾ بہ لکيون ويون آهن. ڪي وري هڪ ڏگهي بيت ۽ ڪافيءَ جي صورت ۾ چيون ويون آهن. ڪن ٽيهہ اکرين ۾ هڪ اکر لاءِ هڪ بيت يا بند هوندو آهي، تہ ڪن ۾ وري هڪ کان مٿي بيت ۽ بند بہ هوندا آهن. ڏگهن بيتن ۽ ڪافين ۾ هر هڪ اکر لاءِ هڪ مصرع هوندي آهي، تہ ڪڏهن وري هڪ ئي مصرع هڪ کان مٿي اکر جڙيا ويندا آهن. تاريخي لحاظ کان ٽيهہ اکري شاهہ لطيف کان اڳاٽي ايجاد ٿيل معلوم ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ جو شاهہ صاحب جي ڪن رسالن ۾ ٽيهہ اکري آيل آهي. محققن جو خيال آهي، تہ اهو شاهہ لطيف جو ڪلام نہ آهي. ٻي پراڻي ٽيهہ اکري ميين عيسي جي آهي، جيڪا اندازاً 1163هہ کان پوءِ لکي ويئي. ان کان پوءِ بيشمار ٽيهہ اکريون چيون ويون آهن. اسان جي شاعر حضرت سچل سرمست بہ سرائڪيءَ ۾ ٽيهہ اکريون چيون آهن، جن مان 9 ڏوهيڙن تي ٻڌل آهن ۽ هڪ صرف هڪ ڏوهيڙي ۾ سمايل آهي. - ونئي طور ڪجهہ بند هيٺ ڏجن ٿا:]

ف - فوجان حسن ديان چڙهہ پيان،

جيوين چڙهي سپاهہ فرنگيان دا،

گردا گرد اُهين کون جو ويڙهہ گهتن،

ڏاڍا تاب اُنهان وو ترنگيان دا،

قابو نين سياهہ سون پوون،

جوڙ ڏٺا مين جنگيان دا،

انهان نال برابر ڪيوين ڪري،

"سچو" لشڪر روميان زنگيان دا،

ر – رنـــــگ گـــَــــــهرا متواليــــــان دا،
آون رل تـــ ســـير تماشـــڙي نـــي،
چنـــاه دي وو كنـــاري نـــاز تـــرن،
كـر هـار سينگار سـي خـاصڙي نـي،
غمـــزه لا عشـــاقان جـــو ســـرمنگن،
ركـن عاشـقان اتـي وو تلاشـڙي نـي،
ســـاڏي طـرف ســهٽي وو اڏا ڇوڙئـــي،
ڏادي بـــاز برهـــ دي باشـــڙي نـــي.

**ٻي سي حرفي مان:**

ر – رخ پيا رنـگ رنـگ اتـي، ٽئـي مـوج كـڙي،
ڇوليئـــــن ڇـــــول پئــــــي،
خــــس خـــــار اُتــــارا وڏا ڏتــــس،
ســارا بحـر وچـون بـد نيــك ڳئـي.
ز – زور تي بحر زُخار آندا، تنهـن دي وچون ٿيا
كوئي بخـار كـڙا،
اُهين شور مچاريا آسمان توڙي، وسكاردي تي
وو غبـــار كـــڙا.

**ٻي سہ حرفي مان:**

ذ – ذات صفـات هكـائي آهـي، پـول نـ گهتيـن پولـي،
ســوئي انـدر سـوئي بـاهر، سـوئي تيـڏي ڇولــي،
”وفـي انفسـكم افلاتبـصرون“، وسـدا وچ وچولـي.
س – سـراپا سـوئي وسـدا، سـڀ كجهـ يــار كرينــدا،
جيهـــا اتـــان تيهـــا اُتـــان، ڇـــوڙ گمـــان گهرينـــدا،
”لو كشفَ الغطاءَ مازدت يقينا“، كيهان ڏيان ڏرينـدا،
ع – عطر عنبير جو لاكڙيـُــس، اچ يـار ميـڏي گهـر آيـا،
اُٺڻ ٻهڻ سـڀ نـال اهين دي، كنهن تـا رمز ريجهايا،
”ونحن اقرب اليه من حبل الوريد“، رڳ رڳ وچ سمايا.

---

# گهڙولي

[هن ۾ عورت جي زباني محبوب جي خدمت جو جذبو ظاهر ڪيل هوندو آهي، ۽ آزي ۽ نيزاري ڏيکاريل هوندي آهي. هن صنف ۾ خدمت جي اظهار لاءِ وراڻي ۾ "گهڙولي ڀرڻ" ضرور ايندو آهي. انهيءَ ڪري اهو نالو پيو اٿس. پهرين گهڙولي حضرت سچل سرمست جي ملي آهي، جيڪا سرائڪيءَ ۾ آهي. ان کان پوءِ ڪيترن ئي شاعرن سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ گهڙوليون چيون آهن. فني سِٽا جي لحاظ کان ڪي گهڙوليون بيتن ۾ تہ ڪي وري بندن تي مشتمل هونديون آهن. سچل سرمست جي گهڙولي ننڍن بندن تي ٻڌل آهي، جنهن جي هر بند ۾ ننڍيون ٻہ مصرعون آهن، جيڪي پاڻ ۾ هم قافيہ آهن. انهن جي پوپان وراڻي اچي ٿي. گهڙوليءَ ۾ 33 بند آهن، جن مان انتخاب هيٺ ڏجي ٿو.]

مئن تان گهڙولي ڀرندي هان

1. پير پيران سئين حضرت ميران، نام ڳنڍي جنهن دي ٽٽن زنجيران
ڪامل مرشد ڪرندي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

2. نوح نبي دي بيڙي آئي، جنهن وچ حضرت محبوب الاهي
صدق بيڙي تي چڙهندي هان، مئن تان گهڙولي ... ....

3. ابوبڪر شاه عمر عثمان، علي پاڪ امام شمان
شاه عرب دي بردي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

4. ان الله ينطق علیٰ النسان عمر، شب معراج نبي دي نال عمر
شڪر اولاد عمر دي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

5. بعد نبي دي نبي هوندا، قول نبي دي عمر هوندا
مئن فرق نہ ڪوئي ڪرندي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

6. پيش پنجان دي تڏان پئي هان، چوان دا جڏان امر مني ها
نال سفارش نه چڙهندي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

7. پنج تن درخت ميوو حقيقي، اربع بمر گان قول رفيقي
شا ٔ تنهين شجر ديهان، مئن تان گهڙولي ... ...

8. حسن حسين علي دا ايا، بار امت دا سر تي چايا
پانهي شاه حيدر دي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

9. شاه عبيدالله جيلاني، بخش كيتي حق سلطاني
چمر شاه درازي دي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

10. مرشد شاه درازي دي گولي، عبدالحق پڙهائي ٻولي
بحر برهه وچ تردي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

11. شان اسا ڏا وچ سلسلي دي، ابو سعيد فاروق اكمل دي
قرة العين رهبر دي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

12. نا مئن شيعه نا مئن سني، صرفي صاف برهه دي مني
باندي عشق افسر دي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

13. كيتا نور الله دي تجلا، تن من سارا عشق اجلا
همه شمس قمر دي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

14. علم ظاهر هستي هو وڃ، لدني باب الف دا اورڻ
دم قدم گر كر دي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

15. صورت الله دي دل وچ چاڻين، وفي انفسكم صحيح سڄاڻين
محو ذاتي وچ مردي هان، مئ ن تان گهڙولي ... ...

16. سر سنيهڙو هٿ گهڙولي، محڪم يال دي دم ڪڙولي
جام قدح ڪوثر دي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

17. "سچل" سارا نور الاهي، حضرت پير ي هـ همراهي
هر دم رب رب ڪردي هان، مئن تان گهڙولي ... ...

---

## ماخذ

1. سچل سرمست جو رسالو، پاڱو پهريون. مرتب: مرزا علي قلي بيگ، سال 1902ع.
2. سچل سرمست جو رسالو، پاڱو ٻيو. مرتب: مرزا علي قلي بيگ، سال 1903ع.
3. سچل سرمست: آغا غلام نبي صوفي، سال 1933ع.
4. سچل سرمست جو رسالو: عثمان علي انصاري، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1958ع.
5. سچل جو سرائڪي ڪلام: مولوي حڪيم محمد صادق، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1959ع.
6. سچل جو سنڌي ڪلام: رشيد احمد لاشاري. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد.
7. سچل جو سرائڪي ڪلام: رشيد احمد لاشاري. آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد.
8. سچل جا سنڌي بيت (اڻ ڇپيل) ڇپائيندڙ: رحيم بخش شيخ مرحوم. ڪتاب فقط 208 صفحن تائين ڇپيو، پر پوءِ ڇپائي بند ٿي وئي. هن ۾ ڪجهه ڏاريا بيت به گڏجي ويا آهن.
9. درازي فيض (سچل سرمست جو سنڌي ڪلام، فقط ڪافيون، عنوان هيٺ آندل) اڻ ڇپيل ۽ اڻپورو. مرتب: رجب علي فقير.
10. سچل سرمست - شاعر هفت زبان، 1966ع: قاضي علي اڪبر درازي.
11. دولهه درازي: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1961ع.
12. دولهه درازي جي دربار جا در: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1972ع.
13. مثنوي درد نامه: سنڌي ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1963ع.
14. مثنوي عشق نامه: سنڌي ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1962ع.

15. مثنوي وصلت نامه: اردو ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1965ع.
16. مثنوي راز نامه: سنڌي ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1968ع.
17. مثنوي وحدت نامه: اردو ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1964ع.
18. مثنوي تار نامه: سنڌي ترجمو، قاضي علي اڪبر درازي، سال 1963ع.
19. مثنوي گداز نامه: سنڌي ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1962ع.
20. مثنوي رهبر نامه: سنڌي ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1964ع.
21. نڪته تصوف: اردو ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1973ع.
22. بحر طويل: قاضي علي اڪبر درازي.
23. ديوان خدائي: سنڌي ترجمو: قاضي علي اڪبر درازي، سال 1968ع.
24. ديوان آشڪار، سچل ادبي اڪيڊمي، پيش لفظ، مخدوم امير احمد، لاهور، سال 1957ع.
25. سچل سرمست: مرتب: ڊاڪٽر عطا محمد حامي، پاڪستان پبليڪيشنس، ڪراچي، سال 1964ع.
26. فارسي مثنوي (ساقي نامو، تار نامو، راز نامو، گداز نامو ۽ عشق نامو) سنڌي منظوم ترجمو: ڊاڪٽر عطا محمد حامي، نئين زندگيءَ جي مختلف پرچن ۾ شايع ٿيل ۽ پوءِ ڪتاب: "سچل سرمست" جي آخر ۾ ڏنل.
27. سچل سرمست (اردو): رشيد احمد لاشاري، سلطان حسين ائنڊ سنس ڪراچي، سال 1966ع.
28. سچل سرمست: شايع ڪيل، مغربي پاڪستان انفرميشن ڊپارٽمينٽ خيرپور، سال 1964ع.

29. جنت السند: رحيمداد خان مولائي شيدائي، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1958ع.
30. تذڪره شعراءِ سکر: ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، سال 1965ع.
31. سچل سرمست: ڇيتمل پرسرام گلراجاڻي، نئين سنڌي لائبريري، سال 1922ع.
32. سچل: ڪلياڻ آڏواڻي، سال 1954ع.
33. سچل جو ڪلام: نماڻو فقير، سال 1952ع.
34. سنڌي ادب جو تاريخي جائزو: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سال 1976ع.
35. جوتيون جواهرن جون: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سال 1971ع.
36. سنڌي ادب جي مختصر تاريخ: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي (اردو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1983ع.
37. بيان العارفين سنڌي، مرتب: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، (اڻ ڇپيل).
38. قرآن مجيد، سنڌي ترجمو: مولانا محمد مدني، 1953ع.
39. رسالہ قشيريہ: امام ابو القاسم عبدالڪريم قشيري، اردو ترجمہ: ڊاڪٽر پير محمد حسن، اداره تحقيقات اسلامي، اسلام آباد، 1970ع.
40. تعرف: ابوبکر بن ابو اسحاق محمد بخاري ڪلابادي، اردو ترجمو: ڊاڪٽر پير محمد حسن، المعارف لاهور، سال 1971ع.
41. فصوص الحڪم: شيخ محي الدين ابن عربي، اردو ترجمہ: مولوي حافظ محمد برڪت الله، اقبال پبلشرز، ڪراچي.
42. ڪتاب الطواسين: منصور حلاج: اردو ترجمہ: ڊاڪٽر محمد رياض، اسلامڪ بوڪ فائونڊيشن لاهور، 1977ع.
43. معارف شمس تبريز (ديوان شمس تبريز جي شرح): مولانا حڪيم محمد اختر، ڪتبخانہ مظهري، ڪراچي، 1976ع.
44. مثنوي مولانا روم: اردو ترجمہ: مولوي فيروزالدين.
45. ڪشف المحجوب: سيد ابوالحسن علي بن عثمان الجلالي، الهجويري داتا گنج بخش، اردو ترجمہ: عبدالمجيد يزداني، قرآن لميٽيڊ لاهور، 1968ع.

46. ڪلمة الحق: صوفي عبدالرحمان سنڌي لکنوي، اردو ترجمہ: مولوي عرفان احمد انصاري، الله والي کي قومي دکان لاهور، 1920ع.
47. افادات شيخ محي الدين ابن عربي (شرح فصوص الحکم) شيخ محب الله الہ آبادي، اداره انيس اردو الہ آباد، سال 1961ع.
48. جنيد بغدادي: ڊاڪٽر علي حسن عبدالقادر مصري، اردو ترجمہ: محمد ڪاظم، مڪتبہ جديد لاهور، 1967ع.
49. الحکم الرفاعيہ: سيد احمد ڪبير رفاعي، اردو ترجمہ: عبدالحليم شرر، آئينہ ادب لاهور، سال 1967ع.
50. تصوف اسلام: مولانا عبدالماجد درياءِ آبادي، قرآن لميٽيڊ، لاهور.
51. التحفة المرسله الي النبي (عربي، اڻ ڇپيل): محمد بن فضل الله - تعارف ۽ اختصار آيل ڪتاب: "عربي ادبيات ۾ پاڪ و هند جو حصو": ڊاڪٽر زبيد احمد، اردو ترجمو: شاهد حسين رزاقي، اداره ثقافت اسلاميہ لاهور، سال 1973ع.
52. رسالہ رموزات (فارسي، اڻ ڇپيل): سيد عبدالجليل بلگرامي - تعارف ۽ اختصار آيل، ماهنامہ "المعارف" لاهور، مارچ 1979ع، مقالہ: سيد محمد متين هاشمي.
53. سہ ماهي "الرحيم"، مشاهير سنڌ نمبر: مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، شاهہ ولي الله اڪيڊمي، سال 1967ع.
54. تذڪره مشاهير سنڌ، مولانا دين محمد وفائي، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1974ع.
55. ٽالپر حاڪمن جا علمي ڪارناما: احسن ڪربلائي، شايع ٿيل: مهراڻ جون موجون، مرتب: پير حسام الدين راشدي، پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي، سال 1956ع.
56. تاريخ تمدن سنڌ: رحيمداد خان مولائي شيدائي، سنڌ يونيورسٽي، 1959ع.
57. مخزن انوار توحيد: پروفيسر شاهہ، ڪراچي، 1963ع.
58. حضرت مجدد ڪا نظريہ توحيد: ڊاڪٽر برهان الدين احمد فاروقي، مقبول اڪيڊمي لاهور، 1967ع.

59. انتخاب مڪتوبات امام رباني، تلخيص ۽ ترجمو: مولانا هدايت علي جيپوري، سال 1963ع.

60. لغات قديمي: مرزا قليچ بيگ، نئين سنڌي لائبريري، سال 1924ع.

61. جامع سنڌي لغات، جلد اول: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1960ع.

62. تحقيق لغات سنڌي: ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، سال 1955ع.

63. جامع اللغات: نولڪشور لکنو، سال 1908ع.

64. بيان اللسان (عربي اردو لغت)، قاضي زين العابدين، سال 1955ع.

65. الوحيد، سنڌ آزاد نمبر

66. Persian Poets of Sindh: Dr. H.I. Sadarangani, Sindhi Adabi Board, 1956.

67. The Pantheistic Monism of Ibn al-Arabi by: S. A. Q. Hussaini, Sh: Muhammad Ashraf Lahore, 1970.

68. The Secret of Anal Haqq: Shaikh Muhammed Ibrahim; Translated by: Khuwaja Khan, Sh: Muhammed Ashraf Lahore, 1971.


-------



لالچند امرڏنومل ڄڳتياڻي



سنڌي ساهت سوسائٽي

سونهارو سچل

سچل سونهارو



مرزا علي قلي بيگ




رسالو سچل سائين



مولانا محمد صادق رَاڻيپوري




سچل سرمست جو سرائڪي ڪلام



قاضي علي اڪبر




دولهه درازي



ڊاڪٽر عطا محمد حامي




سچل سرمست



رشيد احمد لاشاري




سچل جو رسالو



قاضي علي اڪبر



ديوان آشڪار



تنوير عباسي




نانڪ يوسف جو ڪلام